


ايڊيٽر:

امرتا

سب ايڊيٽر:

عاليه بخشل

ايڊيٽوريل بورڊ:

مقصوده رتڙ، ماروي لطيفي
بلقيس، پريانڪا، فهميده

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ:

انور حسين سومرو

**قيمت: =/20**

Facebook page
Women Democratic Front
ناري جمهوري محاذ (سنڌ) AWP

لکپڙهه لاءِ ايڊريس

فليٽ نمبر 310- 311 V.I.P اپارٽمينٽ، مين قاسم آباد، حيدرآباد.

فهرست

ايڊيٽوريل

امرتا

## ڪچي آبادي مسمار آپريشن

اسلام آباد ۾ ٿيندڙ ”ڪچي آبادي مسمار آپريشن“ جي مسئلي تي مختلف طبقن، حلقن، ۽ سياسي گروهن خاص طور تي مٿين طبقي جهڙيءَ ريت پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو آهي ان مان هڪ اهم سوال هي اڀري ٿو ته آخر رياستي جبر جي اهڙي نمايان صورت/ شڪل کي عوام جي حمايت ڪيئن حاصل ٿئي ٿي؟ هڪ بدعنوان رياست ڪيئن پنهنجي مفادن کي يقيني بڻائي ٿي؟

هڪ سڌي سنئين تشريح هيءَ آهي ته رياست هڪ طرف ته رياستي ادارن جهڙوڪ اسڪول، يونيورسٽي، عدالتون ۽ ميڊيا ذريعي عوام جي مجموعي حمايت حاصل ڪري ٿي ۽ ٻئي طرف تشدد جو استعمال ڪندي سڌي ريت ماڻهن (Immediate victims) کي ضابطي ۾ رکي ٿي.

اولهه جي سماجي مفڪر ۽ لسانيات جي ماهر مائيڪل فوڪو (Michacl Foucalt) مطابق انسان/ سماجي شعور جي اوسر جي عمل ۾ هڪ مخصوص وقت جي مادي حالتن کان علاوه تاريخي تبديلين ۽ نتيجن جو وڏو اثر موجود رهي ٿو، جنهن کي فوڪو آرڪائيو Archive جو نالو ڏنو.

مطلب ته يورپ جا اهي ملڪ جيڪي سرمائيداريءَ جي اوسر ۾ ٽئين دنيا جي استحصال مان ڪجهه مراعتون ۽ فائدا حاصل ڪن ٿا انهن جو رويو گهٽ تنقيدي رهي ٿو.

آرڪائيو جي وصف مطابق ڏاڍ ۽ اڻ برابريءَ جون مختلف شڪليون جهڙوڪ رياستي ادارا، ڪارپوريٽ ميڊيا، سماجي قدرن ۽ ڪلچر ۽ Role Models هڪ ٻئي سان جڙي سماجي وجود ۽ شعور جو تعين ڪن ٿا. هتي هڪ

اهم ڳالهه هيءَ آهي ته اهڙي سرشتي منجهه رهندي ان جي تضادن کي سمجهڻ ڏکيو ٿي وڃي ٿو.

اولهه جو مفڪر جين بلومارٽ Jan Bloomaert بيلجيم جي Social democratic پارٽي (1990) جو مثال ڏيندي، آرڪائيو کي هن ريت سمجهايو آهي ته Social democratic party جو 1990 جي دؤر ۾ سرمائيداريءَ ڏانهن رويو ٽئين دنيا جي مقابلي ۾ هيٺو ۽ ڌنڌلو هيو. انهن جي اصطلاحن ۾ سرمائيداريءَ جا مختلف مقصد ۽ شڪليون ٿين ٿيون. جهڙوڪ "سٺي" ۽ "خراب" سرمائيداري. سٺي سرمائيداري اها آهي جنهن ۾ سرمائيدار جي "پرافٽ" جو ڪجهه حصو عوام جي زندگين تي به خرچ ٿئي.

مٿئين ڳالهه رکڻ جو اهو مطلب نه آهي ته انسان پنهنجي شعور جو تعين نه ٿو ڪري سگهي پر هڪ ئي سرشتي جي تضادن کي سمجهڻ لاءِ تاريخي تبديلين، اوسر، سماجي وجود ۽ شعور جو سائنسي ۽ تنقيدي جائزو وٺڻو پوي ٿو.

اهڙيءَ ريت پاڪستاني رياست جي ڪردار کي رياست جو حصو بڻجي سمجهي نه ٿو سگهجي. وچون طبقو جيڪو رياستي مراعاتون ماڻي ٿو ۽ مٿيون طبقو جنهن جي ملڪيت جي حفاظت رياست پاڻ ڪري ٿي، پنهنجي جوهر ۾ نج تنقيدي نه ٿا رهي سگهن. تڏهن ئي ڪيپيٽل ڊيولپمينٽ اٿارٽي (CDA) طرفان ڪچي آبادي مسمار آپريشن جي ڳهٽي حمايت به انهن طبقن ۽ گروهن منجهان ئي ٿي آهي.

اِن پس منظر ۾ اسان سمجهي سگهون ٿا ته ڪچي آبادي مسمار آپريشن خلاف آل پاڪستان الائنس فار ڪچي آبادي APAICA ۽ AWP پاران سپريم ڪورٽ ۾ داخل ڪرايل پٽيشن جي جواب ۾ سي ڊي اي ڪهڙا جواز پيش

ڪري آپريشن جي عمل کي جائز بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟

پرنٽ ۽ سوشل ميڊيا ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ويو آهي ته سي ڊي اي اهلڪارن مسمار آپريشن کان اڳ ڏينهن پهرين ڪچي آبادي جي رهاڪن کي گهر ڇڏڻ لاءِ آگاهه ڪيو هو. جڏهن ماڻهن پنهنجا گهر نه ڇڏيا ته ان بعد ئي گهر ڊاهي پٽ ڪيا ويا.

اهڙو جواز ڪيترو نه اڻوڻندڙ آهي! جيڪڏهن دليل ان ڏينهن جو آهي ته ٿوري نظر پاڪستان جي آئين تي وجهڻ لازمي آهي جنهن ۾ نيشنل هائوسنگ پاليسي ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته رياست پنهنجي شهرين کي گهرو تحفظ فراهم ڪرڻ جي ذميوار آهي. پر نه هتي قانون جي ڳالهه ڪرڻ ته بلڪل وائڙي ڳالهه ٿيندي ڇو ته نيشنل هائوسنگ پاليسي (2001) جي سرڪاري انگ اکرن مطابق Housing Units جو بحران چار ملين کان به وڌيڪ آهي. نتيجي ۾ عوام جي گهڻي اڪثريت ڪچين آبادين ۾ رهڻ تي مجبور ٿئي ٿي.

جنهن رياست وٽ ترقيءَ جا معيار جديد ٽرانسپورٽ، ميٽرو بس ۽ نت نيون فلائي اوورس ئاهي امير طبقي جي زندگين کي پرآسائش ٺاهڻ آهي اتي سي ڊي آي جو سپريم ڪورٽ ۾ اهو بيان ڪرڻ ته ڪچيون آباديون اسلام آباد جي خوبصورتي کي خراب ڪري رهيون آهن، بلڪل غلط/ غير منتقي نه ٿيندو. اهي ساڳيون ڪچيون آبادي اجان به وڌيڪ بگاڙ ۽ خطرو پيدا ڪري سگهن ٿيون جڏهن اسلامي جمهوريه پاڪستان ۾ مسلمان جي اڪثريت کي ڪچين آبادين ۾ رهندڙ ٿوراين (جهڙوڪ: عيسائي) جي وڌندڙ آباديءَ سان معاشي ۽ سياسي نقصان پهچي. ڪچي آبادين ۾ رهندڙ مذهبي ۽ ثقافتي ٿورايون اسان کي رياست ان وقت ته تمام گهڻيون

گهرجن پيون جڏهن اسلام آباد جي تعمير ۾ سستو پورهيو گهربل هيو. ان وقت رياستي ادارن پاڻ ملڪ جي مختلف غريب علائقن مان مزدورن کي اسلام آباد ۾ رهائش پذير ڪيو.

مجموعي طرح سان جڏهن شهر آباد ٿين ٿا صنعت زراعت جي جڳهه وٺي ٿي ملڪ جي معيشت جو گهڻو دارومدار وڏين صنعتن ۽ واپار تي ئي مشتمل بڻجي ٿو ته شهرن جي آباديءَ ۾ اضافو ٿئي ٿو. هڪ طرف شهرن جي وڌندڙ آبادي ۽ ٻئي طرف ٻهراڙين ۾ معاش جا محدود ذريعا ۽ انهن مان اپرندڙ غربت، پورهيت طبقي ۾ شهرن ڏانهن لڏپلاڻ جي جبري صورت حال کي جنم ڏيئي ٿي. اهڙيءَ ريت اسلام آباد ۾ روزگار جا موقعا هيٺين طبقي جي ماڻهن ۾ شهرن ڏانهن لڏپلاڻ جو هڪ سبب بڻجن ٿا.

هڪ ٻئي رپورٽ مطابق ڪراچي ۽ اسلام آباد جي ڪچين آبادين ۾ رهندڙ اڪثريت پختونن جي آهي جيڪي سوات ۽ فاٽا ۾ هلندڙ جنگ جو ڪاڄ بڻجن ٿا. هر طرح سان محڪوم ۽ محروم ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن هو وڏن شهرن ۾ رهائش اختيار ڪن ٿا ته انهن کي صاف سٿرو رکڻ ۽ شهري زندگيءَ کي پرآسائش بنائڻ لاءِ گهٽ اجرت وارو پورهيو پڻ ڪن ٿا ۽ ملڪ جي غير رسمي معيشت Informal economy جو گهڻو حصو پڻ ٿاهين ٿا.

اسلام آباد ۾ موجود هڪ لک کان به وڌيڪ هي آبادي رياستي نااهليءَ جو ظاهر ظهور ثبوت آهي. انهن ڪچين آبادين ۾ رهندڙ مزدور ۽ گهريلو ڪم ڪندڙ عورتون پنهنجن گهرن جون ذميواريون پوريون ڪري مٿين طبقي جي محلن ۾ پورهيو ڪن ٿيون. پين گهرن جي ڪم لاءِ هو ٻارن کي بنا ڪنهن جي سار سنڀال جي پنهنجن گهرن ۾ اڪيلو ڇڏي اچن ٿيون جنهن سان

جسماني اٿرن سا گڏ هنن کي ذهني اضطراب ۽ پريشاني کي به منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ جڏهن اهي ڪڇا گهر به ڍاهيا وڃن ٿا ته عورتن کي رستن تي اچڻو پوي ٿو ۽ سماج جي بي حسي جو سڌو سنئون شڪار ٿيڻو پوي ٿو ۽ مردن جي بالادستيءَ واري سماج ۾ تحفظ جو مسئلو پيدا ٿئي ٿو.

ٽئين دنيا جي طبقاتي پدرشاهي سماج ۾ جنسي مت پيد ته پري جي ڳالهه پر پهرين دنيا جي سرمائيداريءَ ۾ به بي گهر عورتن جا مردن جي مقابلي ۾ سماجي مسئلا وڌيڪ پيچيدا ٿين ٿا.

لنڊن ۾ ٿيل هڪ تحقيق (Rebuilding Shattered) ۾ اهو ڄاڻايو ويو آهي ته بي گهر عورتن منجهه 28 سيڪڙو عورتون صرف پنهنجي هڪ رات جي هنڌ بستري جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ جنسي تعلق ۾ داخل ٿين ٿيون.

رياست جي اهڙي جبر، ڌاڙ ۽ استحصال کي جنهن ۾ انسان ۽ انساني حقن جهڙا لفظ صرف ڪتابن ۾ ملندا هجن هڪ سوشلسٽ سماج ئي ختم ڪري سگهي ٿو ۽ اهڙي سماج جي خواب جي ساڀيان لاءِ جاکوڙ هر باشعور ۽ زنده انسان جي علامت آهي ان لڙائي ۾ پورهيت طبقي جو ڪردار بنادي ۽ مُهڙ وارو ته آهي ئي آهي پر هي لڙائي ٻين طبقن کي انهن انسانن تي به فرض آهي، جن لاءِ زندگي، موقعن ۽ حاصلات، علم ۽ ادب، سونهن ۽ سوڀ جا دروازا کولي رکيا آهن اهڙي ريت منظم ٿي ڪري هن طبقاتي بي حس سماج جي مڙهيل غلاميءَ کي ختم ڪرڻو پوندو جنهن جو هڪ مثال عوامي ورڪرز پارٽي AWP آهي. AWP جنهن نظرياتي ۽ عملي پختگيءَ سان طبقاتي نظام خلاف ويڙهه جوٽي آهي ۽ ڪچي آبادي اِشو ۾ پورهيت طبقي جي نمائندگي ڪئي آهي ان جي ثابتي بلدياتي اليڪشن ۾ ڪٽيل ٻن سيٽن جي

ڪاميابي مان ملي ٿي جنهن مان واضح ٿئي ٿو ته حالتون صرف حاڪم طبقي جي موافقت ۽ منشا مطابق تبديل ناهن ٿينديون. ۽ سماجي انقلاب ساڳين استحصالي پيداواري رشتن مان اپري وجود ۾ ايندا آهن.
ساٿ سلامت.

**عاصم سجاد اختر**

# عورت کی آزادی کے بغیر انقلاب ممکن ہے؟

اکیسویں صدی میں اگر سوشلزم کے نئے تجربے ہوتے ہیں تو وہ اسی صورت میں کامیاب ہونگے کہ اگر ہم بیسویں صدی کے سوشلسٹ تجربات سے سیکھنے کے لیے تیار ہوتے ہیں۔ تاریخ کا پہیہ کبھی واپس نہیں جاتا اور نہ ہی ماضی کی غلطیوں سے انکار کیا جاسکتا ہے۔ ویسے بھی اگر بیسوی صدی کے تجربات سے ہم کچھ اور نہیں سیکھتے تو یہ سبق ضرور یاد رکھنا چاہیے کہ محض پیداواری قوتوں کو ترقی دینے سے سوشلسٹ سماج قائم نہیں ہوتا۔ اسی طرح کا معاملہ ریاست کا ہے، بے شک پرولیتاریہ آمریت کیوں نہ ہو۔ یعنی کہ ریاست کا عوام کے ساتھ تعلق انقلابی تبدیلی کے بعد بھی تضادات سے پاک نہیں ہوسکتا۔ آج ہم اس حقیقت کو بھی تسلیم کرتے ہیں کہ ماحولیات کا سوال بنیادی نوعیت کا ہے جس کو ماضی میں اس طرح توجہ نہیں دی گئی جیسا کہ ضرورت تھی۔ لیکن ماضی کے تمام تجربات کو سامنے رکھتے ہوئے شاید سب سے بڑا سوال عورت کی آزادی کا ہے جس پر آج بھی بہت حد تک پاکستان کے بائیں بازو کے حلقوں میں ابہام پایا جاتا ہے۔ ہماری سیاست میں عورت کی آزادی کو کتنی اہمیت دی جاتی ہے؟ کیا جتنی دی جاتی ہے یہ کافی ہے یا پھر ہمیں اپنے طرز طریقوں میں بہت بنیادی نوعیت کی تبدیلیاں متعارف کروانا ہونگی؟

اول تو یہ بات واضح کرنے کی ضرورت ہے کہ سوویت یونین، مشرقی یورپ، چین اور کیوبا جیسے سماجوں کے اندر عورت کا مقام بہرحال ہمارے جیسے سماجوں سے بہتر ہے۔ یعنی کہ بیسوی صدی کے سوشلزم نے اگر جنسی تضاد کو حل نہیں بھی کیا مگر کم از کم اس کو ایک بڑے ایجنڈے کے طور پر تسلیم کیا اور اٹھایا بھی۔ اس کے مقابلے میں پاکستان کے اندر بائیں بازو کا رکارڈ بہت اچھا نہیں ہے۔ یقیناً عورتوں میں کام ہوا اور عورتیں بائیں بازو کی تنظیموں میں پیش پیش

بھی رہیں لیکن خودتنقیدی کا تقاضہ یہ ہے کہ مجموعی طور پر بہت زیادہ بہتری کی گنجائش موجود تھی اور ہے۔

اس ضمن میں ہمیں بہرحال کلاسیکی مارکسی تحریروں پر نظر دہرانی چاہیئے۔ ہمارے بیشتر ساتھی آج بھی جنسی تضاد کو اینگلز کی مشہور تحریر"خاندان، ذاتی ملکیت اور ریاست" کی روشنی میں سمجھتے ہیں۔ جو کہ بنیادی طور پر مناسب ہے لیکن یہ تسلیم کرنا ہوگا کہ 1883ء میں لکھی گئی اس تحریر کے بعد بہت سے نئے feminist تجزیے منظرعام پر آئے ہیں جن پر توجہ دینے کی ضرورت ہے۔ جہاں اینگلز نے بنیادی مسئلے کی نشان دہی کی (کہ عورت کو خاندان کے اندر مرد کی ملکیت تصور کیا جاتا ہے) تو وہا ں انہوں نے اس بات کو واضح نہیں کیا کہ گھر کے اندر جو کام عورت کرتی ہے اس کو پیداواری یا غیر پیداواری تصور کیا جائے۔ یہ اس لیے اہم ہے کہ مارکسی نظری بنیادوں پر سیاست کرنے والے حلقے شروع دن سے پیداواری شعبہ کو اولین ترجیح دیتے رہے ہیں کیونکہ ہم سمجھتے ہیں کہ انسان تخلیقی جانور ہے جو کہ اپنی آپ کو پیدا کرکے نہ صرف زندہ رکھتا ہے بلکہ نئے علم کی بنیاد پر انسانی زندگی کے معیار کو بہتر بناتا ہے۔ چنانچہ پیداواری شعبہ کی بنیادی حیثیت ہے اور یہی وہ شعبہ ہے جس میں ملکیتی رشتے کچھ ایسے ارتقاء پذیر ہوئے ہیں کہ طبقات میں سماج تقسیم در تقسیم ہوتا چلاگیا۔

اینگلز کا تھیسس اس لیے اہم ہے کہ وہ اس طبقاتی نظام کی گھریلو بنیادیں بے نقاب کرتے ہیں۔ لیکن جہاں اس حقیقت کو وہ سامنے لاتے ہیں کہ خاندان طبقاتی سماج کا ایک بنیادی ڈھانچہ ہے وہاں وہ پیداواری کام کی تعریف کے معاملے پر اس طرح کھل کر نہیں لکھتے جیسا کہ بعد میں لکھا گیا ہے۔

گزشتہ آدھی صدی کے دوران یہ بات زوردار طریقے سے کہی جانا شروع ہوئی ہے کہ گھر کے اندر جتنا کام کیا جاتا ہے وہ پیداواری شعبہ میں شمار کیا جانا چاہیے اور اس کو غیر پیداواری کام کے کھاتے میں ڈالنا جنسی تضاد سے انکار کرنے کے مترادف ہے۔ یہاں پیداواری کام سے کیا مراد ہے؟ بنیادی طور پر اگر صرف اسی بات کو لیا جائے کہ

سماج میں (یعنی کہ گھر سے باہر) پیداواری محنت کرنے والے ہر شخص کو کسی ماں نے جنم دیا ہے اور پھر پالا ہے تو یہ بات باآسانی سمجھ آجاتی ہے کہ گھر سے باہر ہونے والا کوئی بھی پیداواری کام گھر کے اندر ہونے والی محنت کے بغیر ممکن ہی نہیں ہے۔ اس حقیقت کو بورژوا ماہرین نے بھی تسلیم کرتے ہوئے Care Economy کی اصطلاح پیش کیا ہے۔

اگر ہم تسلیم کرتے ہیں کہ گھر کے اندر پیداواری محنت ہورہی ہے اور اس سے بھی بڑھ کر کہ گھر کے اندر استحصال ہورہا ہے تو اس کے بہت دور رس اثرات مرتب ہمارے تجزیے اور سیاست دونوں پر ہونگے۔ یقیناً گھر کے اندر محنت کشوں کو اس طرح کبھی اجرت دی جاسکے گی (ویسے تو بہت سی گھریلو خواتین باقاعدہ اجرتی مزدور کے تعریف پر اس لیے بھی پورا اترتی ہیں کہ وہ گھروں کے اندر بیٹھ کر بھی ٹھیکہ داری نظام کے تحت مزدوری کرتی ہیں)۔ لیکن اجرت نہ بھی ملے تو گھر میں ہونے والی محنت کی افادت کو تسلیم کرنا پڑے گا اور اس حوالے سے سیاسی حکمت عملی بنانا پڑے گی۔ اس سلسلے میں چند نکات پر خاص توجہ دینا ہوگی۔

پہلی بات یہ ہے کہ ہمارے سیاسی کلچر میں آج بھی گھر کی محنت میں مرد برابر کا حصہ نہیں ڈالتے۔ مثال کے طور پر کامریڈ اگر کسی ساتھی کے گھر میں اکھٹے ہیں تو عمومی طور پر یہ دیکھا جاتا ہے کہ مرد ساتھی کھانا، چائے صفائی وغیرہ کے معاملات میں نہ دلچسپی لیتے ہیں اور نہ ہی پہل کرتے ہیں۔ یہ کیسے ممکن ہے کہ ہم سماجی انقلاب اور برابری کی بات کریں جبکہ ہماری روزمرہ کے رویے اس کے بالکل خلاف ظاہر ہوں؟ گھر کی محنت میں عدم دلچسپی سے اندازہ یہی لگایا جاسکتا ہے کہ مرد ساتھی اس کو 'اصل' کام نہیں تصور کرتے لہذا وہ اس پر وقت لگانے کے لیے تیار نہیں ہیں۔ جبکہ ہماری مارکسی نظریات سے وابستگی کا مطلب ہی یہی ہے کہ شعور اور عمل الگ الگ چیزیں نہیں ہیں۔

دوئم ہم ریاست، سامراج، روایتی طبقاتی تفریق، قومی بالادستی اور

دیگر بہت سارے معاملات پر بہت گہرائی میں سوچتے، لکھتے اور بحث کرتے ہیں۔ اور ان تمام کاوشوں کی بنیاد پر ہم عوام میں جاکر سیاست بھی کرتے ہیں۔ لیکن جنسی تضاد پر ہم سوچتے کم ہیں اور ظاہر بات ہے سیاسی کام بھی اتنا نہیں کرتے۔ اکثر ہم اپنے آپ کو تسلی دیتے ہیں کہ عورتوں میں کام صرف عورتیں ہی کرسکتیں ہیں لیکن یہ مکمل طور پر درست بات نہیں ہے۔ اگر ہم جنسی تضاد پر زیادہ توجہ دینا شروع کردیں تو یقیناً ہم اپنے لیے عورتوں میں سیاست کرنے کے لیے نئے رستے بھی تلاش کریں گے۔ یہ کرنے سے ہی عورتیں ہماری تنظیموں میں آئیں گی اور پھر وقت کے ساتھ ساتھ ہمارا عورتوں میں کام بڑھے گا۔

آخری بات کا تعلق این جی اوز سے ہے جو کہ مجموعی طور پر بائیں بازو کی تنظیموں سے زیادہ عورتوں کے حقوق کی بات اور عملی کام بھی کرتی ہیں۔ ہماری این جی اوز کے طرز طریقوں پر بے شمار تنقید ہے اور اس کی ٹھوس وجوہات بھی ہیں۔ یہ وہ ادارے ہیں جو کہ عمومی طور پر عوام کی توجہ سرمایہ داری اور پدر شاہی کے ڈھانچوں پر نہیں بلکہ ثانوی چیزوں کی طرف راغب کرتے ہیں۔ یہ ریاست کو سیاسی جدوجہد کے ذریعے تبدیل کرنے کی کوشش نہیں بلکہ نجی شعبہ سے سہولیات کی فراہمی کے لیے کوشاں ہوتے ہیں۔ پھر یہ ادارے رضاکارانہ سیاسی کارکن کے تصور کو تنخواہ دار ملازمت کی شکل میں بہت بڑا چیلنج پیش کرتے ہیں۔ یہ سب کچھ ٹھیک ہے اور ہمیں اپنا اس حوالے سے اصولی موقف بیان کرتے رہنا چاہیے۔ لیکن این جی اوز نے بہرحال عورتوں کے مسئلے کو کسی حد تک اجاگر کیا ہے (اگرچہ ان کا تجزیہ نامکمل ہوتا ہے اور وہ جنسی تضاد کو صحیح معنوں میں منظر عام پر نہیں لاتے)۔اس کے دو پہلو ہیں۔ ایک طرف تو وہ عورتوں کے حقوق کی بات کرتے ہیں جبکہ دوسری طرف بے شمار عورتوں کو گھر سے باہر نکل کر روزگار کے مواقع فراہم کرتے ہیں۔ بائیں بازو کی قوتوں کو بہر حال این جی اوز اور عورتوں کے اس تعلق کے بارے میں سوچنا چاہیے۔ کہنے کا مقصد یہ نہیں ہے کہ یہ ماڈل درست ہے یا یہ بھی کہ این جی اوز میں کام کرنے والی عورتیں بائیں بازو کی فطرتی اتحادی

ہیں۔ ہمیں بہرحال اس بات کو تسلیم کرنا چاہیے کہ ہم جہاں عورتوں میں اپنی سیاست لیجانے میں کامیاب نہیں ہوئے اور مجموعی طور پر اپنے تجزیوں میں اس طرح جنسی تضاد کو اجاگر نہیں کرتے وہاں این جی اوز نے اپنے لیے عورتوں کے مسئلے پر جگہ گھیرلی ہے۔ این جی اوز پر تنقید اپنی جگہ لیکن یہ سوال موجود ہے کہ ان کے تجربے سے ہم کیا کچھ سیکھ سکتے ہیں۔

مجموعی طور پر پاکستان کے بائیں بازو کے بہت سارے چیلنجز میں سے ایک بڑا یہ ہے کہ عورت کی آزادی کو اپنی سیاست کا مرکزی حصہ بنائیں۔ ہم جہاں ظلم و جبر کے خاتمے کی بات کرتے ہیں تو وقت آگیا ہے کہ مزدور عورت کو اسی طرح ہر اول دستہ تصور کریں جیسا کہ مرد مزدور کو ہم کرتے رہے ہیں۔ آخر کار عورت کی آزادی کے بغیر انقلاب کا کیا معنی ہوگا۔

روزالڪسمبرگ/ امر سنڌو

## عورتن جي ووٽ جي حقن واري جاکوڙ ۽ طبقاتي جدوجهد




جيڪڏهن عورتن کي ووٽ ڏيڻ جو حق ملي وڃي ته اهي بورجوازي عورتون جيڪي مردن جي خاص امتيازي حق“ جي خلاف شيهٽين جيان جدوجهد ۾ رڌل آهن، جيڪڏهن کين اهو حق ملي ويو ته اهي ساڳيون عورتون، ڪليسائي رجعت پرست ۽ قدامت پرست حلقن ۾ پالتو رڍن جيان ٽپ ٽپ ڪرير هلڻ شروع ڪنديون. حقيقت ته هيءَ آهي ته اِهي پنهنجي طبقي جي مردن کان به وڌ پنتي پير ڪرڻ واريون ثابت ٿينديون آهن. سواءِ ڪجهه عورتن جي جيڪي نوڪري ۾ آهن يا ڪو ڌنڌو ڪن ٿيون؛ پيون سڀئي بورجوازي عورتون سماجي پيداوار ۾ ڪوبه هٿ نه ٿيون ونڊائين ۽ نه ئي سماجي پيداوار ۾ سندن ڪو حصو آهي. اِهي فقط ان استحصالي واڌو قدرَ (Surplus Value) جون خرچائو آهن، جيڪي سندن مردَ پورهيت طبقي جي رت ۽ پگهر جي پورهيي جي استحصال مان ميڙين ٿا. اِهي سماج جي ان مفت خور طبقي جي مفت خوري تي آڌارين ٿيون. اِهي طبقي جي حقن جي بچاءَ لاءِ، پنهنجي ان مفت خوري واري زندگي جي بچاءَ لاءِ، انهن مردن کان پڻ وڌيڪ مهلڪ ۽ غضبناڪ ٿين ٿيون جيڪي ان سموري استحصال جا سڌا ايجنٽ آهن. دنيا جي عظيم انقلابن جي تاريخ ان سفاڪيت ۽ غضبناڪي جي تصديق ڪري

ٿي. فرينچ انقلاب جو ئي مثال ڪٽي ونو، جيڪبسن جي زوال ڪان پوءِ، جڏهن رابس پيئري ڪي زنجيرن ۾ قيد ڦاسي جي تختي ڏانهن روانو ڪيو پئي ويو ته ان وقت فتح جي نشي ۾ ٻُڏل ”بورجوازي اگهاڙيون رنڍيون“ نچندي سڙڪن تي نڪري آيون هيون. انهن انقلاب جي ناڪام هيروئن جي چوڏاري بيشرمانا رقص ڪيا ۽ جڏهن 1871ع ۾ پئرس ۾ جوڏن مزدورن جي ڪميونَ ڪي مشين گنن سان پڇي ڪري شڪست ڏني وئي ته وُڦلجندڙ بورجوازي عورتن چيپاٽيل پرولتارين جي انتظار ۾ پنهنجن مردن ڪان به په هٿ اڳتي نڪري ويون. ملڪيت رکندڙ طبقن جون عورتون هميشه ديوانگي سان پورهيت طبقي جي استحصال جي حمايت ڪن ٿيون. جنهنجي ذريعي اِهي پنهنجي ناڪاره سماجي وجود ڪي قائم رکن ٿيون.

معاشي ۽ سماجي حوالي سان استحصالي طبقي جون عورتون آباديءَ جو خودمختيار حصو نه هونديون آهن. انهن جو سماجي ڪارج فقط اهو هجي ٿو ته اهي حڪمران طبقي جي واڌ ويجهه جو محض اوزار هجن. ان جي عين ابتڙ پورهيت طبقي جي مرد جيان سماج لاءِ پيداواري ٿئي ٿي. ان سماجي پيداوار مان منهنجي مُراد، انهن جو ٻارن جي پرورش ۽ تربيت ڪرڻ سان يا گهرو ڪم ڪار ڪرڻ نه آهي، جنهن سان سندن مرد ڪي گهٽ اجرت تي پورو ڪٽنب پالڻ ۾ مدد ملي ٿي. موجوده سرمايداري نظام جي اعتبار ڪان اهو گهرو ڪم ڪار يا ٻار پالڻ جو ڪم پيداواري نٿو سمجهيو وڃي، چاهي اهو ڪيڏو به خوش اسلوبي سان سرانجام ڏيئي، ان ۾ ڪيڏي به ڪاميابي ماڻي وڃي. ان ۾ چاهي ننڍيون وڏيون ڪيتريون ئي قربانيون ڏنيون وڃن، ڪيتريون ئي ڪوششون ورتيون وڃن، پر اهو پورهيت جو ذاتي مامرو

ليکيو ٿو وڃي، جنهن ۾ سندس خوشيون ان لاءِ رحمت ناهن، ڇاڪاڻ ته جيستائين سرمائيداري نظام ۾ اجرت واري نظام جي حڪمراني آهي، تيستائين فقط اُن ڪم کي ئي پيداواري مڃيو ويندو جيڪو واڌو قدرَ يعني سرپلس ويليو پيدا ڪري، يعني اهو ڪم جيڪو سرمائيداراڻي نفعي جي تشڪيل ڪري ٿو. ان نقطي نگاهه کان موسيقي جي حال ۾ ان ناچڻي، رقاصه جون ٽنگون ته پنهنجي آجر لاءِ نفعو ميڙين ٿيون، ان ڪري ان کي ته پورهيت جي خاني ۾ رکي ڏسي سگهجي ٿو، پر پرولتاري عورتون ۽ گهر جي چارديواري اندر محنت، مشقت ڪندڙ مائرن جون سڄو پورهيو ۽ محنت مشقت غير پيداواري آهن. جيتوڻيڪ اهو انتهائي درجي جو سنگدلانه ۽ غير انساني ماپو آهي، پر دراصل اهو اسانجي موجوده سرمائيداري معيشت جي سنگدلي ۽ غير انساني رخ جي عين پڌاندڙ آهن. پرولتاري عورت جو ان ڏس ۾ اهو پهريون فرض نهي ٿو ته اها ان سنگدل ۽ سفاڪ حقيقت کي وڏيڪ چٽي ۽ پرفهم طريقي سان ڏسي ۽ پرکي.

چو ته ان ئي نقطي نظر ۾ ئي پرولتاري عورتن جي حقن جي مطالبي جون پاڙيون معاشي بنيادن تي بيٺل آهن. اڄ لکين پرولتاري عورتون مردن جيان ڪارخانن ۾، ٻنين ۾، ورڪشاپن، دڪانن ۾، آفيسن ۾ توڙي گهريلو صنعت ۾ سرمائيدارن لاءِ منافعو جوڙي رهيون آهن. تنهن ڪري سائنسي اعتبار کان هو موجوده سماج ۾ پيداواري آهن ۽ هر ڏينهن، سرمائيداريءَ جي استحصال زنده عورتن جي لشڪر ۾ اضافو ٿي رهيو آهي. صنعت يا ٽيڪنالاجي هر نئين ترقي عورتن لاءِ سرمائيداري نفعي خور انتظاميه ۾ نيون جڳهيون ٺاهي رهي آهي ۽ ان ڪري ئي هر صنعتي ترقي جو هر قدم عورتن جي برابري

وارن سياسي حقن جي مضبوط بنيادن ۾ هر ڏينهن هڪ نئين سر جو اضافو ڪري رهيو آهي. عورتن جي تعليم ۽ ذهانت خود هن معاشي نظام جي بنيادي ضرورت بڻجي وئي آهي.

پدرشاهي ڪٽنب ۾ رهندڙ، محدود دائري ۾ قيد، گوشه نشين، ڪنڊائتي عورت، صنعت ۽ واپار جي ضرورتن ڪي ايترو ئي گهٽ محسوس ڪري ٿي، جيترو سياست جي ضرورت ڪي. اهو به درست آهي ته سرمايداري مملڪت ان ڏس ۾ پنهنجين ذميوارين کان ضرور لنوائي ٿي. اڃا تائين فقط يونين ۽ سوشل ڊيموڪريٽڪ تنظيمن عورتن جي ذهني ۽ اخلاقي شعور کي اجاگر ڪرڻ ۾ سپني کان وڌيڪ ڪم ڪيو آهي ۽ هاڻي سندن سڄاڻپ ذهين پورهيتن جي حيثيت ۾ ٿئي ٿي. گهڻا سال اڳ به سوشل ڊيموڪريٽڪ سڀ کان وڌيڪ پڙ ۽ ذهين پورهيتن جي حيثيت سان سڃاتا ويندا هئا، ائين اڄ به يونين ۽ سوشل ڊيموڪريسي پرولتاري طبقي جي عورتن کي گهرو قيد ۽ بند ۾ قابو، محدود وجود کي مٿانهون ڪري، گهرو حالتن جي زبون حالي ۽ ننڍڙن احمقاڻن مسئلن کان جند ڇڏرائي ٻاهر آندو آهي. پرولتاري طبقاتي جدوجهد انهن جي ڪم ۽ تخليق جي دائري کي وسيع ڪري انهن جي ذهنن کي لچڪدار بڻايو آهي، انهن جي سوچ کي پروان چاڙهيو ۽ زندگيءَ جي مقصد جي نشاندهي ڪئي آهي. سوشلزم، عام پرولتاري عورتن جي ذهنن جي نئين سر تربيت ڪري، نئين تشڪيل ڪئي آهي ۽ بنا ڪنهن شڪ شبهي جي انهن جي پورهيي کي سرمائيداريءَ لاءِ پيداواري پڻ بڻايو آهي.

انهن سڀني ڳالهين کي نظر ۾ رکندي پرولتاري عورت جي لاءِ ”سياسي حقن جي کوٽ“ چوڻ ناانصافي ٿيندي، چاڪاڻ ته پرولتاري عورتن جي وڏي تعداد سياسي

زندگيءَ ۾ عملي طور حصو وٺي ٿي. تنهن ڪري سوشل ڊيموڪريسي ۾ ”ناانصاري“ وارو دليل واپرائي نٿو سگهجي.

اسان ۾ ۽ اسان کان اڳوٽي، جذباتي، يوٽوپيائي سوشلزم ۾، واضح فرق ئي اهو آهي ته اسان حڪمران طبقي جي انصاف تي نٽا پاڙيون، پر اسان پورهيت عوام جي انقلابي قوت ۽ سماجي ارتقا جي اصول تي پروسو ڪريون ٿا، جيڪا ان انقلابي قوت لاءِ رستو هموار ڪري ٿي. تنهن ڪري ناانصافي بذات خود ڪو اهڙو دليل ناهي جنهن جي آڌار تي رجعت پرست ادارن جو تختو اونڌو ڪري سگهجي.

سائنسي سوشلزم جي مشترڪه باني فريڊرڪ اينگلز جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن سماج جي وڏي حصي ۾ ناانصافي جو احساس موجود آهي ته اهو ان ڳالهه جي يقيني علامت آهي ته معاشي بنياد گهڻي حد تائين تبديل ٿي چڪا آهن. موجوده حالتن ۾ اها ڳالهه سئو سيڪڙو درست ثابت ٿئي ٿي ته لڪين پرولتاري عورتن جي سياسي حقن لاءِ موجوده جدوجهد محض هڪ اظهار آهي، جيڪو پرولتاري عورتن جي استحصالي طبقي کان مڪمل آزادي واري جدوجهد جو ئي حصو آهي. ان ۾ پرولتاري عورت جي سموري سگهه ۽ مستقبل جي ويڙهه شامل آهي. خود اُها جدوجهد اڳتي هلي پرولتاري عورت جي طبقاتي جدوجهد واري ويڙهه جي سگهه کي ظاهر ڪندو. تنهنڪري ئي بورجوازي سماج عورت کي ووٽ ڏيڻ جي حق کان ڊڇي ۽ گهٻرائي ٿو. ان ڪري ئي اسان اهو حق وٺڻ به چاهيون ٿا ۽ وٺي به رهنداسين. ووٽ لاءِ ويڙهه ۾ اسان کي اجا وڏيڪ تڪڙو اڳيان اچٹو آهي، چو ته موجوده سماج زوال پذير آهي ۽ اهو نيٺ به انقلابي پرولتاري جي هٿوڙي جي ڏڪ سان

ناري جمهوري محاذ – عورت آزاد سماج آزاد



سنڌ جي سماج جي اڌ کان وڌيڪ آبادي عورتن تي مشتمل آهي، پر صدين کان جاري استحصال، جبر ۽ صنفي مت ڀيد جيئري جاڳندي انسانن کي پنهنجي نظر ۾ ئي ڪيرائي ڇڏيو آهي. طبقاتي سماج ۽ پدرشاهي جي ڪري عورتن جي اڌ کان وڌيڪ آبادي سماج ۾ پنهنجي محنت جو ٽيٽو حصو ڏيڻ جي باوجود، مردن جي نسبت ڪمتر ۽ ٽيئن درجي جي شهري سمجهي ويندي آهي. خاص طور تي مزدور طبقي ۽ غير مسلم شناخت رکڻ واريون عورتون سماج ۾ تمام ڀڻتي ڀيل حالت ۾ آهن. جيئن ڪولهي، ڀيل، مينگهواڙ وغيره. پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ سنڌ ۾ ئي هندو نارين جي اغوا، جبري مذهب مٽائڻ ۽ زوري شادي ڪرائڻ جا واقعا ٿيندا آهن.

سنڌ ۾ 70 سيڪڙو عوام غربت جي لڪير کان به هيٺ زنده رهڻ تي مجبور آهي. ان تمام تباهي جو سڀ کان خراب اثر عورتن ۽ ٻارن تي پوي ٿو. رياست جي پُٺ ڀرائي ۾ پلجندڙ جاگيرداڻي روايتن ۽ نظرئي جي سڀ کان وڏي قيمت به عورت ئي ڀريندي آهي. ڪڏهن ڪارو ڪاري جي شڪل ۾ ته وري ڪڏهن ڏنڊ يا ڏي وٺ جي حالت ۾. ايتري تائين جو مردن جي جرڳائي فيصلن ۾ به ڀراڻي دؤر وانگر عورتن کي ڏنڊ طور تي قربان ڪيو ويندو آهي. سرمائيداراڻي طريقي پيداوار ۽ شهري زندگي جي ضرورتن عورتن جي سماجي ڪردار کي ڪنهن حد تائين بدلايو ته آهي پر اهي تبديليون به سطحي ثابت ٿي رهيون آهن. مزدور طبقي جي عورتن جي لاءِ زمين جي جاءِ ڪارخانن ورتي آهي. ٻهراڙي جي

هٿ جي هُنر جي جاءِ شهرن جي گهريلو پورهئي (Home based work) ۽ غير رسمي شعبي جي مختلف شڪلن ورتي آهي. انهيءَ طرح هي نظام عورتن کان ٽيڻ تي محنت ونڻ بعد ئي موجود شڪل ۾ بيهي سگهڻ جي لائق ٿئي ٿو.

(1) عورت پاڻ هڪ مزدور جي حيثيت ۾ زمينن، ڪارخانن، بئن، آفيس، اسڪولن، اسپتالن ۽ روڊن تي ڪم ڪندي آهي.

(2) هوءَ مرد مزدور جي خدمت ڪندي رهندي آهي ته جيئن هو خوش ۽ صحتمند رهي ڪم ڪندو رهي ۽ سرمايو يا منافعو پيدا ڪرڻ جو عمل هلندو رهي.

(3) عورت سماج ڪي هلائڻ لاءِ نئين مزدور ڪي پڻ جنم ڏيندي ۽ پاليندي رهندي آهي.

مرد جي بالادستي جو هي نظام جتي عورت جي استحصال ۽ ان تي جبر لاءِ ثقافت ۽ مذهب جو استعمال ڪندو آهي اتي هو مٿس سخت جسماني تشدد پڻ ڪندو آهي. گهريلو تشدد بنا تفريق هر طبقي جي عورتن جو مسئلو آهي. دنيا ۾ عورتن جي تشدد جي حوالي سان خطرناڪ ترين قرار ڏنل ملڪن جي فهرست ۾ افغانستان ۽ ڪانگو کان پوءِ پاڪستان 3 نمبر تي آهي. اقوام متحده جي عورتن جي ترقي ۽ حقن جي فراهمي جي 142 ملڪن جي انڊيڪس ۾ پاڪستان 141 نمبر تي آهي. ان خراب حالت ۾ سوال اهو پيدا ٿئي ٿو ته استحصال ۽ جبر جي انهن سمورين شڪلين جو ڪيئن مقابلو ڪيو وڃي؟ سرمائيداراڻي نظام وٽ هن سوال جي جواب ۾ صرف اين جي او آهي ٻيو ڪجهه به نه. عوامي سياسي قوتن به صرف آزادي، برابري ۽ جمهوريت جا وڏا وڏا نعرا ڏئي عورتن جي سوال ڪي معمولي سطح تائين مس اپاريو آهي ۽ انهن جون نالي

ماتر ذيلي تنظيمون به ٿاهيون آهن پر اهي تنظيمون صنفي سوال تي آزادي سان سرگرمي ڪرڻ جي لائق ئي ناهن. اسان سمجهون ٿا ته عورت جي آزادي جو سوال سڀ کان پهريان عورت جو پنهنجو سوال آهي ۽ اهو انهن کي پنهنجي تنظيم ٺاهي ڪري ئي حل ڪرڻو پوندو. ڇو ته جڏهن عورتن جي غلامي سماج جي ٻين غلامين (طبقاتي، قومي) سان گڏ، جڙيل آهي ته عورت تنظيمن کي پڻ ان وڏي لڙائي ۾ آزادي پسند مردن سان گڏ ڪلهي ڪلهي ۾ ملائي وڙهڻو پوندو ته جيئن هڪ اشتراڪي نظام جي خواب جي تعبير ٿي سگهي.

مول ۾ مٽا:

1. طبقاتي ۽ پدرشاهي نظام جو خاتمو.
2. جنس جي بنياد تي هر قسم جي تفريق ۽ اڻ برابري جو خاتمو.
3. زندگي جي تمام شعبن ۾ عورتن جي برابر حيثيت.
4. گهريلو ڪم (Domestic work) ۽ گهريلو صنفي محنت (Home based work) جي قانون سازي ڪرڻ ۽ ليبر لائز تحت رجسٽر ڪرائڻ.
5. ڪارو ڪاري، ونيِ، تشدد سميت تمام مدي خارج روايتن تي قانوني پابندي.
6. عورتن جي تحفظ لاءِ سخت قانون سازي ۽ گهريلو تشدد جي تمام شڪلين جو خاتمو.
7. عوامي نمائندگي جي تمام ادارن ۾ عورتن جي برابر نمائندگي کي يقيني بنائڻ.
8. وراثت ۾ عورتن کي برابر يا مساوي حصو ڏيارڻ جي لاءِ قانون سازي.
9. ٻارن جي پيدائش جي صوابديدي اختيار عورتن

ڪي ڏيارڻ.

10. انهن تمام سيڪيولر تحريڪن جو حصو ٿيڻ جيڪي آزادي، برابري ۽ جمهوري مقصدن ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ جاري آهي.
11. عورت مزدورن جي اجرت ڪي سمورن شعبن ۾ مرد مزدور جي برابر ڪرڻ ۽ مجموعي اجرتن ڪي وڌائڻ لاءِ انهن سان گڏ جدوجهد ڪرڻ.
12. عورتن ڪي هراسان ڪرڻ ۽ سندن ننڍي عمر ۾ شاديءَ خلاف موجود قانون تي سختيءَ سان عمل ڪرائڻ ۽ اهڙن قانونن ۾ گهربل ڪوتون ختم ڪرڻ خلاف جدوجهد ڪرڻ.

پرينڪا

## سيليا جو ڪيوبا



ڪيوبا جو انقلاب نه صرف ڪيوبا جي ماڻهن لاءِ هڪ معنيٰ خيز حقيقت آهي پر اهو انقلاب آمريڪا ۽ تمام سامراجي قوتن جي منهن تي هڪ زوردار چماٽ به آهي. جنهن جو پڙاڏو اڄ به هر ان ماڻهوءَ کي سجاڳي ۽ اتساهه ڏئي ٿو جيڪو جبر ۽ ناانصافي جي خلاف وڙهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

اهڙي ويڙهه جنهن اسان جي آڏو چي گويرا، فيڊيل ڪاسترو جهڙا انقلابي ۽ گوريلا ويڙهاڪ آندا. هڪ اهڙي جدوجهد جنهن تمام شاندار نموني عوام جي طاقت، ٻڌي ۽ نه ڪٽندڙ جذبي جي رهنمائي ڪئي. اهڙي تاريخي دور جو تمام اهم ڪردار اجا تائين ڪنهن پردي هيٺيان ئي لڪيل آهي.

ڪيوبا جي انقلاب جو ٻڌي جيڪي نالا اسان جي ذهنن ۾ ايندا آهن اهي آهن چي گويرا، فيڊيل ڪاسترو ۽ جيڪڏهن وڌيڪ ڇاڻ رکندڙ ماڻهو هوندو ته ٻن، ٽن، ٻين ساٿين جا نالا به ذهنن ۾ ايندا، جيئن رائول ڪاسترو، هيڊي، ڪاميلو پر اجا هڪ نالو اهڙو به آهي جنهن جي باري ۾ پڙهڻ کانپوءِ اسان جيڪڏهن ڪيوبا جي انقلاب جو سوچون ته چي ۽ فيڊيل جا نالا به بعد ۾ ايندا. اهو نالو سيليا سانچيز آهي.

ڪيوبا جي انقلاب ۾ ڏهه اهم ترين ماڻهن جي باري ۾ جڏهن فيڊيل کان پڇيو ويو ته هن جي فهرست هن ريت هئي:

(1) سيليا سانچيز (2) فيدل ڪاسترو (3) چي گويرا (4) ڪاميلو (5) هيڊي سانتا ماريا (6) رائول ڪاسترو (7) فرينڪ (8) هيلبا (9) ولما اسپن (10) جان ايلميڊا.

سيليا سانچيز جنهن کي ڪيوبا جا ماڻهو "ڪيوبا جو فرشتو" (Cuba's Angel) چون ٿا. هڪ اهڙو اتساهيندڙ ڪردار آهي. جنهن جي محنت، حب الوطني، بهادري ۽ اٽل ارادي جي وجه سان ڪيوبا جو انقلاب دنيا جي عظيم انقلابن ۾ لکيو وڃي ٿو.

اسپينش، وڏين اکين واري خوبصورت سيليا هڪ امير ڊاڪٽر جي ڌي هئي. جيڪا ڪيوبا جي هڪ ننڍڙي شهر ميڊيا لونيا (Meia Lunia) ۾ 9 مئي 1920 تي پيدا ٿي. بايولاجسٽ ۽ نرس سيليا جي پنهنجي وطن ۽ ماڻهن سان محبت ئي هئي جنهن ان کي هڪ ڪامريڊ ۽ گوريلا جنگجو بڻايو، جنهن جو ذڪر هن پنهنجي دوست نورا (Nora) ڏانهن لکيل خط ۾ ڪري ٿي:

"مان هڪ انقلابي يا گوريلا پيدا نه ٿي هئم. مان هميشه هڪ ننڍڙي ڇوڪري ۽ ننڍڙي عورت رهڻ چاهيو. جنهن جي باري ۾ ڪنهن نه ٻڌو هجي، ڪيوبا سان محبت ڪندڙ ۽ هر ان شيءِ سان جيڪا ڪيوبا جي انڊلث هيٺ آهي. پر ڪيوبا جو پيار مونکي ويڙهه لاءِ سيئرا وٺي ويو ۽ پوءِ هوانا ان کي محفوظ ڪرڻ لاءِ جنهن لاءِ مان وڙهيم. مان ڪجهه به هن ريت طئي نه ڪيو هو، پر بس اهو ائين ٿي ويو."

ڪوبه ماڻهو انقلابي پيدا نه ٿيندو آهي، سماجي حالتون ۽ ان جو شعور ان کي ان قابل بڻائيندو آهي ته هو سماج جي طرف ذميواري محسوس ڪري ۽ سماج جي هر برائي کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري. انسانيت لاءِ پيار کان وڌيڪ شايد ئي ڪو ٻيو مضبوط احساس هجي. ان پيار جي سچائي ئي انسان کي اهڙن رستن تي وٺي ٿي

وچي جن رستن تي هلڻ جي لاءِ بي انتها طاقت، جدوجهد ۽ مضبوط ارادي جي ضرورت پوي ٿي. سيليا کي به پيار جو احساس ئي انقلاب جي رستي وٺي ويو. ننڍپڻ کان ئي سيليا جو پنهنجي اردگرد جي ماڻهن، هارين ۽ مزدورن سان لاڳاپو هو. جيئن ته ان جو پيءُ ڊاڪٽر هو ته انهن جي گهر عام ماڻهن جي اچ وڃ به گهڻي هئي. جنهن جي وجهه سان سيليا جو پنهنجي ماڻهن سان تعلق گهرو ٿيندو ويو. سيليا کي پنهنجي ملڪ ۽ عوام سان تمام گهڻي محبت هئي. سيليا جو هڪ عام ڇوڪري کان گوريلا جنگجو ٿيڻ جي سفر جي شروعات تڏهن ٿي جڏهن 10 سالن جي ماريا اوچائا (Maria Ochoa) سان بٽيسٽا جي ماڻهن زيادتي ڪري ان جو قتل ڪيو. ماريا اوچائا جنهن سان سيليا تمام گهڻي محبت ڪندي هئي. ماريا جي موت سيليا کي عظيم مقصد ڏئي وئي. تڏهن سيليا کي به خبر نه هئي ته هي حادثو اڳيان هلي ڪيوبا جي انقلاب کي شروع ڪندڙ واقعن ۾ ڳڻيو ويندو.

سيليا ماريا جي لاش کي دفنائڻ وقت ماريا سان مسڪرائي اهو واعدو ڪيو ته ”اسان ڪٿينداسين، اسان ضرور ڪٿينداسين.“ ان وقت سيليا وٽ صرف هڪ پستول هو. نه ساٿي، نه هٿيار نه ڪا تياري، پر هن وٽ هڪ مقصد ۽ مقصد کي تڪميل ڪرڻ جو مضبوط ارادو هو.

سيليا کي چڱي ريت خبر هئي ته بٽيسٽا ڪهڙي طرح ڏينهن رات ڪيوبا کي ڦري ۽ ڪپائي رهيو هو. آمريڪا، مافيا ۽ ٻيون سامراجي قوتون ڪيوبا کي هر لحاظ کان تباهه ڪرڻ ۾ رڌل هيون. ڪيوبا جي عوام تمام غير انساني ۽ غير اخلاقي روين جو شڪار هئي. جتي ماڻهن جون اکيون ڪڍيون ونديون هيون، ڇوڪرين ۽ عورتن سان زيادتي ڪئي ويندي هئي.

چوري، ڦرلٽ، جسم فروشي، نشو هر قسم جي برائي عام معمول بڻيل هئي، ۽ ان برائي خلاف ڪوبه قانون نه هو ۽ نه ئي ان کي غير قانوني سمجهيو ويندو هو. اتي سيليا جو اهو عزم ڪرڻ ته بٽيسٽا ۽ مافيا جي خلاف جنگ ڪجي ۽ انهن کي شڪست ڏجي. تمام گهڻي همت ۽ بهادري جي عڪاسي آهي.

اهو سمجهيو ويندو آهي ته ڪيوبا جو انقلاب فيڊيل ڪاسترو جي جيل مان آزادي ڪانپوءِ شروع ٿيو. جنهن ۾ هڪ ڊاڪٽر چي گويرا به اچي شامل ٿيو. جيڪي 82 انقلابين سان گڏجي سترا پهتا ۽ وڙهيا. پر اهي حقيقتون تمام ڪٽل ۽ اڻپوريون آهن. ڪيوبا جو انقلاب تڏهن ئي شروع ٿي چڪو هو جڏهن فيڊيل ڪاسترو ٽن ساٿين (رائول، هيڊي ۽ ميلبا) سان گڏ جيل ۾ هو. سيترا جي جبلن، جهنگن ۾ هڪ عام ڪيوبن ڇوڪري سيليا سانچيز پنهنجي تحريڪ ۾ تمام تيزي سان آڏو وڃي رهي هئي. سيليا جي ويڙهه جي خبر فيڊيل ڪاسترو تائين پهچي چڪي هئي. جنهن جيل مان به خط سيليا کي لکيا جنهن مان هو ظاهر ٿئي ٿو ته فيڊيل سيليا جي تحريڪ ۽ ان جي جذبي مان ڏاڍو متاثر هو.

پنهنجي هڪ خط ۾ فيڊيل لکي ٿو ته:

پياري سيليا:-

”ڪڏهن توکي ڏنو نه آهي. مدد نه ڪئي آهي اهو سوچي تڪليف ٿئي ٿي. متان اهو سڀ تبديل ٿئي، مان اکيون بند ڪيان ٿو ته مون کي سيليا جو ڪيوبا نظر اچي ٿو. مافيا، بٽيسٽا يا آمريڪا جو نه. هڪ ڏينهن مان تنهنجي مدد ڪندس سيليا جو ڪيوبا ٺاهڻ ۾.“

(هيٺ ڏنل تحرير celia cahchez: heart of aiban revolution ڪتاب جي چوٿين باب ”موڊيسٽو“ (Modesto) تان ترجمو ڪئي وئي آهي.)

1955ع ۾ فيديل پنهنجي جيل جي پئي سال ۾ آهي. بٿيسٽا آمريڪا مافيا ۽ ڪيوبا جي ڪميونسٽ پارٽي جي تعارف سان پنهنجي ظالماڻي آمريت ڪندو رهي ٿو. سيليا جي باغي تحريڪ ۽ گوريلا ساٿين جي خبر بٿيسٽا ۽ آمريڪا ايجنسي سي آءِ اي کي پئجي چڪي هئي. سيليا کي مارڻ سي آءِ اي جي پهرين ۽ اهم ترين ترجيح بڻجي وئي.

اهو ئي سبب هو جو سي آءِ اي پنهنجو (highly paid) مهانگو ترين قاتل ڪيوبا موڪليو. (آمريڪا ۾ هڪڙو آرمي ٽريننگ اسڪول هو جنهن ۾ اهڙن قاتلن جي تربيت ڪئي ويندي هئي جيڪي وقت سر آمريڪا جي




دوست ملڪن ۾ باغين جي خلاف استعمال ڪيا ويندا هئا).

سي آءِ اي ۾ موجود هڪ ڪيوبن همدرد جي ذريعي سيليا کي هن قاتل جي خبر پئي. قاتل جو ڪوڊ (Code) موڊسيٽو هو. موڊسيٽو تمام ظالم قاتل هو. موڊسيٽو کي چڱي ريت خبر هئي ته اهي جهنگ ۽ جبل سيليا جي طاقت آهن ڇو ته هوءَ انهن رستن کان تمام سٺي طرح واقف هئي. سيليا کي انهن جهنگن ۽ جبلن مان ڪڍي اچڻ لاءِ موڊيسٽو غريب عورتن ۽ ٻارڙين سان زيادتي

ڪري انهن جو قتل ڪري پوءِ انهن جي جسمن تي سيليا لاءِ پيغام ڇڏي ويندو هو. موڊيسٿو جون اهڙين حرڪتن سيليا جي ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ اضافو ڪنديون رهيون ۽ آخر سيليا موڊيسٿو سان ويڙهه جو ارادو ڪيو. سيليا موڊيسٿو جي اچڻ وڃڻ جي رستن کي سمجهيو.

موڊيسٿو پڻ آرمي گريزن کي استعمال ڪندو هو. هڪ رابطي لاءِ، هڪ سامان رکڻ ۽ ڪٽڻ لاءِ، انهن ٻنهي گريزن کي هڪ ڪچو ۽ سنسان رستو جوڙيندو هو. سيليا رات جي انڌيري ۾ پنهنجي ساٿين سان انهيءَ روڊ تي وئي.

آس پاس جي گهاٽن جهنگلن ۾ سيليا جي ساٿين لڪڻ جي لاءِ جايون ٺاهيون. سيليا پنهنجي 18 ساٿين جا ٽي گروپ ٺاهيان. هر گروپ جو هڪ اڳواڻ، ۽ هر گروپ ۾ مرد عورت ۽ هڪ 16 سالن جي ڇوڪري شامل هئا. سيليا جي اندازي موجب موڊيسٿو ۽ ان جا ماڻهو 6 هوندا. هر جيپ ۾ 2 ماڻهو ۽ هو پنهنجي گريزن تائين وڃڻ لاءِ هي روڊ اختيار ڪندا. سيليا پنهنجي ساٿين کي هدايت ڏيندي چيو ته:

”ڊگها وڻ ڪٽي رستي جي آڏو رکي ڇڏيو جيئن ئي پهرين جيپ ايندي جيستائين اهي وڻ ڏسن تيستائين دير ٿي ويندي ۽ جيئن ئي پهرين جيپ ٽڪرائيندي وڻن سان ان جي پويان ٻئي جيپون به اچي ان جيپ سان ٽڪرائجنديون. پوءِ مان گولي هلائيندم، ان ڪانپوءِ توهان سڀ گوليون هلائيندؤ. ۽ ٻي ڳالهه مون کي موڊيسٿو هر صورت ۾ کپي.“ واڪي ٽاڪي تي اهي هدايتون وٺڻ ڪانپوءِ سڀئي پنهنجي جاين تي ويهي رهيا.

سيليا پنهنجي دوست الميڊا کي سڏ ڪري چيو ته الميڊا ”هي سامهون ڳاڙهي بينڊ واري ڇوڪري Dani آهي نه؟“ ”ها هي داني (Dani) آهي. اسان کي لڳو ته هي 18

سالن جي آهي پر هيءَ 16 سالن جي آهي. اڄ تائين پڻ ويڙهن ۾ تمام بهترين نموني وڙهي آهي. تون چيو ته 18 بهترين ساٿي ڪپڻ. هي اسان جي بهترين ساٿين مان هڪ آهي.“

سيليا ڪي ان 16 سالن جي داني تي شڪ ٿيو ته هي ايتري سنجيده ويڙهه ڪي منهن ڏئي سگهندي يا نه پر هاڻي ان کي تبديل ڪرڻ جو وقت نه رهيو هو. سيليا جو اندازو صحيح نڪتو سڄي رات جي انتظار ڪانپوءِ صبح جو 6 بجي ماريو سيليا جي واڪي ٽاڪي تي پيغام ڏنو ته ٿي جيپون توهان جي طرف اچڻ واريون آهن. 6 ماڻهو آهن. ڪجهه ئي سيڪنڊن ڪانپوءِ گاڏيون ظاهر ٿيون ۽ سيليا جي فائرنگ ڪانپوءِ سڀني ساٿين فائرنگ ڪئي. سيليا فائرنگ ڪانپوءِ هڪدم هينڊ گرنيڊ استعمال ڪيا. ان دونهين ۾ هن 16 سالن جي (Dani) داني کي روڊ جي پاسي ۾ موجود وڻن جي اندر ويندي ڏٺو. سيليا کي لڳو داني پڇي وئي. ٿوري دير ڪانپوءِ سيليا پنهنجي ساٿين جي خيريت معلوم ڪئي ۽ سڀ ساٿي ٺيڪ هئا. سيليا هدايت ڏيندي چيو ته: ”روڊ کي جلدي صاف ڪري هتان نڪرڻ جي ڪجي. ائين نه ته اسان جي فائرنگ جي آواز بٽيسٽا جي فوج تائين پهتي هجي.“

سيليا انهن مرندڙ ماڻهن کي ڏٺو انهن ۾ موڊيسٽو نه هو. انهن جي اندازي موجب هو وڻن مان پڇي ويو هوندو. ايتري ۾ گلوريا (Gloria) سيليا کي آواز ڏنو ته جلدي هن طرف اچ سيليا اتي وڃي اهڙو منظر ڏٺو جيڪو هوءَ ڪڏهن نه وساري سگهي. سورنهن سالن جي داني (Dani) ان قاتل موڊيسٽو جي مٿان پستل جهلي بيٺل هئي. ۽ موڊيسٽو جي وات مان رت وهي رهي هئي. سيليا مسڪراهٽ سان داني کي ڏٺو. موڊيسٽو سيليا کي سڃاڻي ويو ۽ چيائين ته ”مان هارائي ويم تو کٽي وئين

سيليا.“ سيليا چيو: ها مان ڪٿي ويم، تنهنجي آرمي اسڪول توڪي اهو نه سيڪاريو جيڪو هن 16 سالن جي ڇوڪري کي ٿو اچي. مان انتظار ٿي ڪيان تنهنجي مرڻ جو، جيڪڏهن تون ٿوري دير ۾ نه مرين ته آئون توکي ماري ڇڏيندم.“ ٿوري دير ۾ موديسٽو مري ويو.

سيليا فخر سان داني کي چيو ته: ”پياري داني توکي خبر آهي تو ڪيترو عظيم ڪم ڪيو آهي اڄ ڪيوبا لاءِ؟ تنهنجو پورو نالو ڇا آهي؟ داني سيليا کي پاڪر پاتو ۽ چيو. دانئيل اورٽز (Danielle Ortiz).

سيليا سانچيز صرف هڪ گوريلا جنگجو ۽ باصلاحيت اڳواڻ جو نالو نه آهي پر سيليا سانچيز هڪ عزم ۽ سچائي جو اهڃاڻ آهي ته جيڪڏهن جبر ۽ ناانصافي خلاف مضبوط ارادي سان اڳيان وڌجي ته ظلم جي وڏي ۾ وڏي ديوار ڪيرائي سگهجي ٿي. عورت کي ناسمجهه، ڪمزور ۽ هيٺو سمجهندڙن جي آڏو سيليا سانچيز هڪ صاف مثال آهي. اسان هر وقت چوندا آهيون ته ظلم سهڻ کان علاوه اسان وٽ ڪو رستو نه آهي، ٻي ڪا راهه نه آهي. پر سوال اهو آهي ته ڇا اسان ڪڏهن ٻي راهه ڳولهڻ جي جدوجهد ڪئي آهي؟ ظلم سهڻ جي بجاءِ ظلم خلاف وڙهڻ جو سوچيو آهي؟ اسان وٽ هر مشڪل ۾ ٻه رستا هوندا آهن. پهريون يا ته ان مشڪل سان سمجهوتو ڪجي. ٻيون يا ته ان مشڪل وقت ۾ همت سان منهن ڏجي. اسان هميشه پهريون رستو چوندينداآهيون چو ته ٻي رستي تي هلڻ اسان کي ڏکيو لڳندو آهي. پر اسان کي پنهنجو پاڻ کي يقين ڏيارڻو پوندو ته اسان سڀ ٻه سيليا آهيون جيڪي پنهنجي حالتن سان سمجهوتو نه ڪنديون پر انهن حالتن کي تبديل ڪرڻ لاءِ وڙهنديون ۽ فاتح حاصل ڪنديون.

صدف ٿلهو

## نجي زندگي جي تاريخ
## (ڊاڪٽر مبارڪ علي جي ڪتاب جو جائزو)
## حصو آخري

هي زمانو (قرون وسطيٰ) جو زمانو هو هن ۾ مغرب جي زندگي ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي. رومي عهد ۾ جيڪا شهر جي اهميت هئي اها هاڻي ڳوٺن وٽي چڪي هئي. آهسته آهسته ڳوٺ شهر کان وڌيڪ آباد ٿيڻ لڳا. برادريون ۽ پيشاور تنظيمن ۾ تحفظ جو احساس ٿيڻ لڳو هو. تنهنڪري مختلف پيشه ورن جون تنظيمون ۽ انهن جون انجمن ظهور ۾ اچڻ لڳيون. جيو به هنرمند هو ان کي پنهنجي هنر تي فخر هو ۽ هو پنهنجي هنر جي حفاظت پڻ ڪندو هو. هن کي جيڪو به هنر ايندو هو اُهو انهن جي اولاد تائين منتقل ڪيو ويندو هو. ان جو مطلب ان وقت جيڪو به علم هو ان کي زباني ياد ڪيو ويندو هو تنهنڪري اهو علم سينه به سينه هلندو هو. هر هنر هڪ خاندان تائين محدود هو ۽ انهيءَ جي شناخت به. دست ڪار، هنرمند، تاجر پنهنجون الڳ الڳ تنظيمون ٺاهڻ لڳا، سڀ تنظيمون 26 ڊسمبر تي هڪ تهوار ملهائينديون هيون اهو هڪ ديوتا جو ڏينهن پڻ هو. انهيءَ ڏينهن جو فائدو کڻي سڀ قبيلا حلف کڻنديون هيون ته هو پنهنجي (گلڊ) سان وفادار رهنديون. انهن قبيلن جا پنهنجا الڳ گلڊ هئا. گلڊ جرمني زبان ۾ پئسي کي چئبو آهي. هي قبيلا پئسا جمع ڪنديون هيون ۽ شين جا اگهه به مقرر ڪنديون هيون. ان زماني ۾ برادريون ۽ راهب گهڻا مضبوط ٿيا. راهب جنگل ۽ ڳوٺن ۾ رهڻ لڳا. هو جڙين ٻوٽين ۽ ميون، وڻن ۽ سڪل ماني تي

گذارو ڪندا هئا. هنن جڙين ٻوٽين مان بيمارين، وبا، جن، ڀوتن جو علاج ڪندا هئا. تنهنڪري ماڻهن ۾ هنن جي مقبوليت ٿي وئي. هي راهب بدحال ٿي جنگلن جا جنگ ۾ سراهن ۾ گهمندا هئا. هن پنهنجون (خانقاهون) مطلب ته رهڻ ۽ عبادت جي جاءِ ڳوٺن کان پري يا ته ڪنهن ميدان  تي يا ڪنهن جنگل ۾ قائم ڪرڻ شروع ڪيون. هو پنهنجون ضروريات زندگي ڪوشش ڪري اندر ئي پوريون ڪندا هئا. ٻاهرين دنيا سان رابطو گهٽ رکندا هئا. ماڻهن انهيءَ ڳالهين مان متاثر ٿي هنن وٽ ايندا هئا پنهنجن بيمارين، وبائن، جن ڀوتن ۽ پنهنجن منتن لاءِ، بس ننڍين وڏن مسئلن لاءِ ماڻهن خانقاهن جو رخ ڪندا هئا. انهيءَ دور ۾ رياست ڪمزور ٿي وئي ۽ ماڻهو غير رياستي ادارن تي يقين ڪرڻ لڳا. لڳ ڀڳ هر هڪ خانقاهه ۾ 400 کان مٿي ماڻهو رهڻ لڳا. آهسته آهسته چرچ جي اهميت وڌي وئي. چرچ جي زمين هر قسم جي ٽيڪس کان آزاد هئي چرچ جو هر قسم جي ماڻهن لاءِ دروازو کليل هو. چور، قاتل، غريب، مجبور، بي سهارا، بس اهو اندر اچي پنهنجو نالو لکرائي رهي سگهندو هو پوءِ سرڪار به انهيءَ جو ڪجهه به بگاڙي نه پئي سگهي. پر ٻاهرين دنيا کان الڳ ٿي رهڻو پئي پيو ۽ هر قسم جي ماڻهن جو هجڻ ڪري ماڻهن ۾ فراريت پيدا ٿيڻ لڳي پوءِ انهن گهڻو شراب پيئڻ شروع ڪيو ۽ جنسي تعلقات پڻ وڌڻ لڳا. پر اها واحد جڳهه هئي جتي ماڻهن کي زندگي جو تحفظ ملي پيو. چرچ جي زمين جو چوڌاري هڪ ڪندن جي پٽ هوندي هئي. انهيءَ کي (Zaun) چئبو هو. اڳتي هلي اهو لفظ (Town) ٽائون ٿي ويو. (ڪائڻ پيئڻ جو رواج عام هو. گهڻي ۾ گهڻي ماني ڪائڻ آداب ۾ شامل

هئي هڪ راهب 3 ڪان 7 پائونڊ ماني ڪائي ويندو هو. جنهن سان گڏ خاص طور تي رات جي ماني گڏ ڪائبي هئي. انهيءَ ڪي ڪڍهن به نقصان نه ڏبو هو. ماني سان گڏ جيڪي به شيون وٺبيون هيون. انهن کي (Companticum) چئبو هو. جنهن مان ڪمپني لفظ ٺهيو. جنهن جي معنيٰ آهي (ماني جو ساٿي). جيستائين لباس جو تعلق هو اهو مرد ۽ عورتون تمام وزني لباس پائيندا هئا. پاڻ کي مڪمل ڍڪيندا هئا. سون ۽ چاندي جو به رواج گهٽو هو مرد پنهنجون تلوارن کي سوني چاندي جي ڍال سان ڍڪيندا هئا. وار ننڍا رکڻ جو فيشن هو پر غلام ۽ چرچ جا ماڻهو ٺوڙ ڪرائيندا هئا ۽ راهب هڪ ڪن کي ٻئي ڪن تائين وارن جي جهالر رکندا هئا. عورتن ۾ وار ڪترائڻ جو رواج نه هو. (عورتن جي جسم تي هٿ لائڻ سان ڏنڊ هو. هڪ سال هر رسم ٿيندي هئي جنهن کي ٻپني چيو ويندو هو. انهيءَ ۾ عورتون ۽ مرد بڪل اگهاڙا ٿيندا هئا ۽ حضرت عيسيٰ جي صليب تي لڳل تصوير به بلڪل برهن هئي پر آهسته آهسته حضرت عيسيٰ جي صليب تي تصوير کي ڪپڙي سان ڍڪيو ويو ۽ اها رسم به آهسته آهسته بند ڪئي وئي ڇو جو ان سان جنسي بي رواه روي ٿيڻ لڳي. (ان زماني ۾ اڪيلي ماڻهو جي ڪابه حيثيت نه هئي ۽ شادي جو ڪجهه هيئن رواج هو ته ڪنوار جي رقم ادا ڪئي ويندي هئي. ان جو مطلب هو ته گهوٽ ڪنوار جي پيءُ ڪان ڪنوار تي حڪم هلائڻ جي طاقت خريد ڪري رهيو آهي. عورت جي پاڪيزگي پاڪ خون جي علامت هئي صبح جو گهوٽ اٿي سپني جي سامهون ڪنوار کي جيڪڏهن تحفو ڏئي ته اها ان ڳالهه جي علامت هئي ته ڪنوار پاڪ آهي.

جيڪڏهن نه ڏئي ته اهو مطلب هوندو هو ته ڪنوار پاڪ نه آهي ۽ ان کي سزاءِ موت ڏني ويندي هئي ته هن پنهنجي خون کي خراب ڪيو ۽ جيڪي به ان مان اولاد ٿيندي ان جو خون پاڪ نه هوندو. ناجائز تعلقات رکڻ تي پنهي عورت ۽ مرد کي سزا ڏني ويندي هئي مرد کي غلام ڪيو ويندو هو ۽ عورت کي موت جي سزا هئي يا وري هڪ رستو طوائف ٿيڻ جو بچندو هو. پر اڪثر مرد ان سزا کان آزاد ٿي ويندا هئا ۽ سڄو الزام عورت تي اچي ويندوهو. مطلب ته عورت جي ڪابه آزاد حيثيت نه هئي. جيڪڏهن زال مڙس کي هڪ رات جو هم بستري کان انڪار ڪري ته مڙس کي حق هو ته هو ان کي ماري ڇڏي ڇو جو انڪار جي معنيٰ آهي ته زال ڪنهن ٻئي سان تعلق رکي ٿي. عورت مرد جي ماتحت هئي. ڇرڇ طلاق تي پابندي هٽي ڇڏي ۽ پهرين زال کي مارڻ جو رواج پيدا ٿيو يا وري زال جي پيڪن کي رقم ادا ڪري ٻئي شادي ڪري سگهجي پئي. غلام، ڪنيزن سان تعلق رکڻ تي ڪا پابندي نه هئي. انهن مان جيڪڏهن اولاد ٿئي ته اها ناجائز اولاد سڏرائيندي هئي ان جو ملڪيت ۽ جائيداد ۾ ڪوبه حصو نه هيو ۽ نه ئي سماجي ڪابه حيثيت هئي هو غلامن جا ٻار چورائيندا هئا ۽ غلام ٿي رهندا هئا. محبت جو مطلب صرف ۽ صرف جنسي تعلق هو انهيءَ کي هڪ تباهه ڪن جذبو تصور ڪيو ويندو هو. محبت هڪ شيطاني جذبو آهي جيڪو صرف ۽ صرف عورت جي طرف کان شروع ٿئي ٿو. عورت کي (ڪاسموس) سان ڳنڍيو ويندو هو. عورت جي ماهواري 28 ڏينهن کان پوءِ شروع ٿيندي آهي تنهنڪري اهو چيو ويندو هو ته عورت 28 ڏينهن کان پوءِ

پاڻ کي چنڊ جي حوالي ڪري ٿي جيئن مردن جي دلن تي راڄ ڪري سگهي. چنڊ گرهن تي تمام گهڻو خوف ڪندا هئا. چوندا هئا ته عورتون هاڻي ٻار نه ڄڻينديون ۽ پوءِ وڏيون وڏيون قربانيون ڪيون ويندڀون هيون ۽ تهوار ملهايا ويندا هئا. معاشري ۾ عورت هڪ معمولي مخلوق هئي. عورت کي بدي ۽ شر جي علامت سمجهيو ويندو هو.

روشن خيال جو زمانو:

روشن خيالي جي زماني ۾ پراڻيون روايتون ٽٽڻ لڳيون معاشري ۾ ان ٽوڙ ڦوڙ جو عمل ماڻهن ۾ مستقبل لاءِ خوف جو احساس پيدا ڪيو. انهيءَ جو ثبوت اسان کي 1700ع – 1781ع ۾ لکيل ڪتابن مان ملي ٿو. انهن ڪتابن ۾ هڪ خيالي معاشرو هو جنهن ۾ انساني تعلقات مساوي بنيادن تي هوا. ڪوبه اڪيلو نه هجي ڪوبه طبقو نه هجي حڪومت مضبوط هجي هر شيءِ انهيءَ جي ڪنٽرول ۾ هجي. ڪابه شيءِ يا ادارو نجي يا پرائيويٽ نه هجي انهيءَ خاڪي مان اهو واضح ٿئي ٿو ته يوٽوپيائي خيال پنهنجي زماني جي ناانصافي ۽ ناهمواري جي خلاف احتجاج ۾ هئي. پر پوءِ آهسته آهسته اهڙو معاشرو صرف تصور تائين محدود نه رهيو پر انهيءَ کي سماجي ۽ سياسي رنگ ڏيڻ جي ڪوشش شروع ڪيون ويون. هاڻي ويهن صدي جي شروعات به ٿي وئي هئي. معاشري ۾ هڪ وڏي تبديلي صنعتي ڪارخانن جي شروعات هئي. اڳ ۾ ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ ڪم ڪندا هئا پوءِ گهر جون عورتون گهر جي ڪم ڪان واندي ٿي وري مردن سان به هٿ ونڊرائينديون هيون پر انهيءَ

سان عورتن تي پٽو استحصال ٿيندو هو. پر ان سان به عورتن جي حيثيت ۾ ڪو فرق نه آيو. فيڪٽريون ڪارخانه گهٽي تعداد ۾ ئهڻ لڳا مرد ٻاهر نڪتا. ان سان گڏوگڏ عورتن به نڪرڻ شروع ڪيو. 20 صدي ۾ عورتن پنهنجي الڳ حيثيت رکڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويون. مزدور ۽ عورتن ڪي پنهنجي استحاصال جي پرک ٿيڻ لڳي عورتن سان گڏ گڏ مزدورن (مرد ۽ عورتون) پنهنجي جبر جي خلاف هڙتال ۽ جلسه جلوس ڪرڻ لڳا. مزدور ۾ سياسي شعور وڌڻ لڳو. فيڪٽري ۾ ڪم ڪرڻ وارا پنهنجون اجرتون ۽ ڪم ڪرڻ جو وقت به مقرر ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيا. انهن پنهنجو (ٽريڊ يونينون) ٺاهيون جنهن سان مزدور ۽ استحصال شده طبقي ڪي منظم ڪيو ويو. انهن آهسته آهسته پنهنجا حق ورتا. بيماري ۽ پوڙاهپ ۾ انهن ڪي مالي مدد پڻ ملڻ لڳي. صنعت ڪار، يا فيڪٽري جي مالڪ جي باري ۾ هاٽي تائين اهو تصور هو ته فيڪٽري ۽ مزدور مالڪ جي نجي جائداد آهي مزدور ڪي ڪم تي رکڻ مطلب ته فيڪٽري جي مالڪ جو احسان ٿيو. جو هن هڪ بيروزگار ڪي روزگار ڏنو. پر مزدورن جي يونين اهو شعور پيدا ڪيو ته هي هڪ پبلڪ جي جاءِ آهي جتي مزدور ۽ مالڪ هڪ وقت ويهي ڪم ڪن ٿا. فيڪٽري يا ورڪشاپ ڪا خواب گاهه وانگر نجي يا مقدس جڳهه نه آهي. مزدور ڪي اهو حق آهي ته هو اجرت ۽ ٻين حق جي باري ۾ مالڪ جي سامهون ويهي ڳالهه ٻولهه ڪري سگهي ٿو ۽ مالڪ جو ڪو احسان نه آهي جو هن جي هر ناجائز ڳالهه ٻڌجي. اهڙي طرح مزدور هڙتال، جلسه جلوس ۽ ٻين تڪليف سان پنهنجا حق ورتا. اڄ مزدورن جي سماجي رتبو ڪي

تحفظ حاصل ٿيو. ان ۾ يونين جو وڏو هٿ هو. اها تبديلي صرف اتي ئي محدود نه رهي. پر تبديل ٿيندڙ حالات خاندانن ۾ به تبديلي آندي ۽ نجي زندگي جو تصور اڀرڻ لڳو هر ماڻهو پبلڪ، خاندان ۽ روزگار کان فارغ ٿي ڪجهه وقت پنهنجي لاءِ گذارڻ لڳو، پر هاڻي 20 صدي ۾ روايتون تبديل ٿيون هاڻي شادي ڇوڪرو ۽ ڇوڪري جو ذاتي معاملو ٿي ويو. خاندان سوڙاهه ٿيندا ويا. ڪجهه جمهوري رياستون وجود ۾ آيون انهن نه صرف ٻارن جي ذميداري کنئي پر پوڙهائپ ۾ به پينشن ۽ ٻيون سهولتون ڏيڻ به انهيءَ جي ذميداري ٿي. پوڙهن لاءِ اولڊ هائوس ٺهي ويا. هي تبديلي هر هڪ سطح تي آئي. عورت جي خوبصورتي جا پيمانا به تبديل ٿيا. پهريان وزني ۽ موٽين عورتن کي خوبصورت سمجيو ويندو هو. ڇو ته جتي ماڻهن کي کائڻ لاءِ نه هيو اهي سنها هوندا هئا ۽ امير ماڻهو گهڻو کائيندا هئا تنهنڪري موٽوپن امير جي ۽ سنهوپن غربت جي علامت هو. هاڻي معيار تبديل ٿي ويو، پيٽ وڌيل مرد کي سست ۽ ڪاهيل سمجهيو ويو. موٽي عورتن کي بدصورت، تنهنڪري عورتون ورزش ۽ گهٽ خوراڪ رکڻ شروع ڪيو. 20 صدي کان اڳ موت جو معاملو ڪجهه هن ريت هو ته ماڻهو پنهنجن جي وچ ۾ گهر جي اندر آخري ساهه کڻندو هو. سڀ پرين پيارا هن جي پرسان بيٺل هوندا هئا. پر هاڻي هن کي هاسپيٽل منتقل ڪيو ويندو آهي. هو اتي ڊاڪٽر ۽ نرسز جي وچ ۾ موت جو انتظار ڪندو آهي. موت جي سماجي حيثيت هاڻي ختم ٿي وئي. ڪفن ۽ دفن جي سڀ ذميواريون هاڻي سرڪار جون هيون هاڻي ان ڳالهه تي ته پهرين دنيا ۾ بحث ٿو ٿئي ته جن مريضن جو علاج ممڪن نه

آهي ڇا ان جي موت جو انتظار ڪري انهيءَ ڪي وڏيڪ تڪليف ڏجي؟ اهڙن مريضن ڪي آرام سان ماريو ڇونه وڃي؟ اڪثر ڊاڪٽر مريض ڪي ماري به ڇڪا آهن يا خود رشتيدارن اجازت ڏني آهي ته هنن ڪي ماريو وڃي. برطانيه ۾ هڪ اهڙي مريض ڪي ماريو ويو جنهن ڪي ڪنهن مرض جي ڪري وڏي تڪليف هئي ۽ ان جي وڊيو به ٺاهي وئي. اهڙي جرم جي ڪا سزا ڪنهن ڪي به نه ملي آهي. انهيءَ مان اندازو ٿئي ٿو ته هڪ وقت اهڙو به ايندو جنهن ۾ هي هڪ اخلاقي فرض سمجهيو ويندو.

سماج ۽ سياسي تبديلي سان گڏ مذهب ۾ به تبديلي آئي. ڪيٿولڪ ۽ پروٽسٽنٽ چرچ انهيءَ ڳالهه جي ڪوشش ۾ آهن ته تبديلي سان گڏ تبديل ٿين مثلاً، هاڻي چرچ ۾ وڏن عهدن تي عورتون هجن، ڪيٿولڪ چرچ تي اهو دٻاءُ به آهي ته هو برٿ ڪنٽرول تي پنهنجي راءِ تبديل ڪن غريب ملڪن ۾ ٿيولوجي آف لبرشن نالي هڪ تحريڪ هلي جنهن چرچ ڪي انقلابي ڪردار لاءِ مجبور ڪيو انهيءَ جو مطلب ته مذهب سماجي ۽ سياسي ضرورت جي حساب سان تبديل ٿي سگهن ٿا.

## ڌرتي ڌياڻين جو قتلِ عام بند ڪريو

سسئي، حور، ڪبريٰ سياڻين جا لاشا، رڙيو روح، ڏسندي
هي راڻين جا لاشا
پڪو پهه ٿا ڳڌجي ڪيئون اڄ، نه ڪرندا، ڪٿي هاڻي
ڌرتيءَ ڌياڻين جا لاشا
(رخسانه پريت)




هي سنڌ آهي جتي ڪيتري وقت کان ڌرتي ڌياڻين جو گونگن ڳوڙهن سان خاموش ڪوس جاري آهي. هي ڌرتي ڌياڻيون روز ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان ڪسجن ٿيون، ڪڏهن غيرت جي بيغيرت تصور هيٺ، ڪڏهن وير پاڙڻ جي بهاني ته ڪڏهن وري گهرو تشدد هيٺ ماري بي ڪفنيون دفنايون وڃن ٿيون. هن ديس ۾ سياسي، قبائلي توڙي قومي جهيڙن جي مقتولن لاءِ سڄي قوم مالڪي ۽ وارثي ڪندي آهي، انهن کي قوم جا شهيد ڪوٺي قومي فخر محسوس ڪيو ويندو آهي ۽ قاتلن جي پڻ مذمت ڪئي ويندي آهي پر ساڳي وقت هي ڌرتي ڌياڻيون جيڪي روز اسان جي اکين آڏو بي موت ماريون وڃن ٿيون. سنڌي اخبارون روز هنن بيگناهه ڌرتي ڌياڻين جي رت سان ڀريل ملن ٿيون. اهو ڏينهن خالي نه آهي جنهن ڏينهن تي سنڌ جي ڪا ڪنڊ ڪڙڇ ڪنهن ڌرتي ڌياڻي جي خون سان آلي نه ٿي هجي.

گذريل پنجن سالن ۾ هن ديس جون ايتريون عورتون ڪٺيون ويون آهن جيتريون ڪنهن جنگي محاذ تي به نه ماريون ويون هونديون، رڳو گذريل ستن مهينن جا انگر اکر ڪٽي ڏسو.

جنوري: 15 قتل ڪارو ڪاري، 3 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 4 خودڪشي جا ڪيس.

فيبروري: 15 قتل ڪارو ڪاري، 6 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 10 خودڪشي جا ڪيس.

مارچ: 13 قتل ڪارو ڪاري، 14 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 3 خودڪشي جا ڪيس.

اپريل: 15 قتل ڪارو ڪاري، 3 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 4 خودڪشي جا ڪيس.

مئي: 6 قتل ڪارو ڪاري، 3 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 8 خودڪشي جا ڪيس.

جون: 10 قتل ڪارو ڪاري، 10 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 5 خودڪشي جا ڪيس.

جولاءِ: 15 قتل ڪارو ڪاري، 3 جنسي ڏاڍاين جا ڪيس ۽ 4 خودڪشي جا ڪيس.

ڌرتي ڌياڻين جا اهي خاموش قتل ۽ ڏاڍايون اهو ثابت ڪن ٿيون ته هي ديس ۽ سماج عورتن کي قتل ڪندڙ ڪاساين لاءِ ڪوبه مذاهمتي رويو نٿو رکي، عورتن جا قتل اڄ به سماجي معتبرائپ برقرار رکيو ويٺا آهن شايد ان ڪري جو، (1) ڌرتي ڌياڻين جا قاتل ڪي ٻاهريان يا ڌاريا نه پر سندن پنهنجي ئي رت جا رشتا ۽ ڪٽنبي فرد هجن ٿا. (2) عورتن جي قاتلن کي سماج ڌڪارڻ بجاءِ ڪيس مڙس ماڻهو جو لقب ڏي ٿو. (3) سماج ۾ موجود رياستي توڙي سماجي ادارا عورت جي قتل وقت مقتول جي ڪيس وڙهڻ بجاءِ قاتل جي دفاع لاءِ هڪ مٺ ٿي بيهن ٿا.

اهو محسوس ڪندي وومين ايڪشن فورم ضرورت




سمجهي ٿي ته اهڙن سماجي روين خلاف جيڪي عورتن جي قتل کي سماجي ڏڪار بجاءِ قبوليت بخشين ٿا هڪ عوامي مهم جي ضرورت آهي جنهن ذريعي سماج کي عملي طور تي عورتن جي قاتل هئڻ واري سڃاڻپ بجعاءِ عورت جي تحفظ واري مثبت سڃاڻپ ڏانهن وٺي وڃجي. وومين ايڪشن فورم ان ڳالهه ۾ يقين رکي ٿي ته سماج ۾ عورتن ۽ مردن جي گڏيل عملي جدوجهد سان ئي سماج ۾ تبديلي ممڪن ٿي سگهي ٿي. ان ڪري وومين ايڪشن فورم عملي جدوجهد جي ڏس ۾ عورتن جي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ ڌرين، سنڌ جي ساڃاهه وند طبقي، سنڌ دوست، وطن دوست، ترقي  پسند ڌرين، سنڌ جي سياسي پارٽين، سماجي جماعتن، باشعور شاگردن، پورهيت عوام، علم دوست ۽ ادبي تنظيمن سان گڏ سماج جي هر باشعور فرد کي دعوت ٿي ڏجي ته عورت دوست سماج جي اڏاوت ۾ توڙي هن ديس جي مثبت سڃاڻپ جي بحالي لاءِ ڌرتي ڌياڻين جي هن خاموش ڪوس جي خلاف وومين ايڪشن فورم جي مهم ”ڌرتي ڌياڻين جو قتل عام بند ڪريو“ ۾ ڀرپور حصو بڻجي ساٿ ڏين. وومين ايڪشن فورم جي هن مهم سنڌ جي هر ڳوٺ، هر ڪنڊ ۾ ڪنهن به عورت جي قتل خلاف هڪ سماجي ايف آءِ آر ڪاٽيندي جنهن ۾ قاتل کي وائکو ڪري ان جي مذمت ڪندي.

وومين ايڪشن فورم پنهنجي سماجي ايف آءِ آر ۾ انهن سڀني ڌرين کي پڻ وائکو ڪندي جيڪي مقتول بجاءِ قاتل سان گڏ بيٺل نظر ايندي پوءِ اهي ان علائقي جا جرڳائي سردار هجن، سياسي اڳواڻ هجن، پوليس آفيسر هجن يا اهي گهر ڀاتي جن جا هٿ پنهنجي ئي گهر جي عورتن جي خون ۾ رڱيل هجن.

وومين ايڪشن فورم هڪ نان فنڊيڊ تنظيم آهي جيڪا ڪنهن عالمي يا مقامي ڊونر جي محتاج هجڻ بجاءِ پنهنجي عزم جي پختگي سان سماج ۾ عملي جدوجهد جي حوالي سان سڃاتي وڃي ٿي. بيشڪ ته ان حوالي سان سماج ۾ عملي جدوجهد ۾ يقين رکڻ ڪري ڪيس ماضي ۾ هر ترقي پسند تنظيم توڙي فردن جو سهڪار حاصل رهيو آهي. ان ڪري ئي اها سماج جي سڀني ترقي پسند فڪر رکندڙ ڌرين جي عملي سهڪار ۽ ساٿ سان هن جدوجهد جو آغاز ڪري رهي آهي ته ”ڌرتي ڌياڻين جو قتل عام بند ڪريو“.

پٿ نه رڱبو رت سان نه چلندو ڪوئي نيڻ،
ڪا به ڪهاڙيءَ وار سان، نه وڍبي منهنجي ڀيڻ،
هاڻ نه ڪوئي ويڻ، رسندو جيڏين جيءَ کي.
(رخسانه پريت)

وومين ايڪشن فورم حيدرآباد چيپٽر

مارووي

## بديها ڀنداري – هڪ تاريخي مثال



پدرشاهي سماج ۾ بادشاهي راڄ، رياستون ۽ مرد جي بالادستي عورتن کي فيصلاڪُن ادارن کان پري رکيو آهي. عورتن لاءِ اڪثر چيو ويندو آهي ته هڪ عورت ’گهر جي زينت‘ آهي. هوءَ گهريلو ڪم ڪار سان سلهاڙيل هجي. ان جي نتيجي ۾ عورتون پاڻ به شعوريءَ ۽ لاشعوريءَ طور تي پنهنجي غلاميءَ کي مڃي زندگيءَ کي پورو ڪنديون رهنديون آهن.

ساٿيو! اسان کي هتي نه وسارڻ کپي ته تاريخ ۾ عورتون وڏي پيماني تي ديويون، شهزاديون ۽ رياستون هلائيندڙ رهيون آهن. ان ڳالهه کي نه وسارجي ته ڪجهه 9 هزار سال پهرين عورتن کان اها خودمختياري ڪسي بدلي ۾ چؤديواري تائين محدود ڪيو ويو.

9 هزارن سالن جي غلامي، طبقاتي رياستون ۽ مردن جي بالادستيءَ عورتن کي هڪ گهٽ عقل غلام جئيان پيش ڪيو. اهڙيءَ ريت سنڌ اندر به عورتن کي غلام ۽ ڪٺ پتلي طور پيش ڪيو ويو. انهيءَ ڪري نارين کي وڪڻيو ۽ خريد ڪيو ويندو آهي. بي دردي سان ماريو ويندو آهي. باقي جڏهن عورتن جي اقتدار، خودمختياري ۽ سياسي ڪارڪن ٿيڻ جو سوال ايندو آهي ته

پاڪستاني رياست، ميڊيا، مذهب ۽ نصاب اهو بار بار ٻڌائيندي آهي ته هڪ شريف عورت جو ڪم سياست نه آهي. ٻئي صورت ۾ عورتن سرمائيداري دور جي نمودار ٿيڻ سان ئي پنهنجي آزادي لاءِ جاکوڙيو آهي.

سمون دي ٻُوا چوي ٿي ته عورتن جي آزادي لاءِ سماج کي سوشلسٽ رياست ۾ تبديل ڪرڻ سان گڏوگڏ اهو لازم آهي ته کين اعليٰ ادارن ۽ فيصلاڪُن ادارن ۾ جڳهه ڏني وڃي ته جيئن عورتون صدين جي غلاميءَ جا طوق ٽوڙي سگهن.

اهڙيءَ ريت اٺويهين ۽ ويهين صديءَ ۾ Suffragetes نالي يورپ ۾ نارين ووٽن جي لاءِ تحريڪ شروع ڪئي هئي. سندن اها گهر هئي ته هڪ ذ ميدار شهري جي حيثيت ۾ ووٽ ڏيڻ جو حق ڏنو وڃي. گهڻين ئي قربانين ۽ مشڪلاتن کانپوءِ عورتن ووٽ ڏيڻ جو حق حاصل ڪيو.

جڏهن ته ايڪويهين صديءَ ۾ عورتون اقتدار ۾ اچڻ لاءِ جاکوڙي رهيون آهن. چاڪاڻ ته نارين کي اصل آزادي تڏهن ئي ملي سگهندي جڏهن هو پاڻ کي سياسي کنديون سياست ۾ اڳيان ايندين ۽ کين نيون تحريڪون جوڙڻيون پونديون. انهيءَ پسمنظر ۾ اڄ نيپالي بديها ڀنڊاري جي ڳالهه ٻولهه ڪبي.

ڀنڊاري 53 سالن جي عمر ۾ نيپال جي نئين چونڊيل صدر آهي. 28 آڪٽوبر تي 327 ووٽ کڻي نيپال جي ڪانگريس پارٽيءَ کي شڪست ڏني. ڀنڊهاري هن وقت نيپال جي ڪميونسٽ پارٽي جي وائس چيئرپرسن پڻ آهي.

هن پنهنجي سياست جي شروعات هڪ ڪاپي ڌر جي شاگرد يونين سان ڪئي ۽ 1980 ۾ ڪيس نيپال جي ڪيمونسٽ پارٽي جو ميمبر ٿي هئي. ڀنڊاري، نيپال ۾

بادشاهي راڄ ۽ پنچائيت نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ روپوش ٿي آخر تائين وڙهندي رهي.

هن پارٽي جي ميمبرشپ وٺڻ جي ٻن سالن ڪانپوءِ ڪميونسٽ ليڊر ’مدان ڪمار ڀنڊاري‘ سان شادي ڪئي ۽ ٻن نياڻين جي ماءُ بڻ ٿي. ڪمار ڀنڊاريءَ کي پنچائيت نظام ڪار ايڪسيڊنٽ ۾ 1993 ۾ مارائي ڇڏيو. پنهنجي مڙس جي وفات ڪانپوءِ ڀنڊاري ڪُل وقت طور سياست ڪئي ۽ نيپالي عورتن جي تنظيم (All Nepalese Women’s Association) جي ٻن سالن تائين اڳواڻ بڻ رهي. گڏوگڏ بديها کي 30 سالن جي سياست جو تجربو به آهي.

ساٿيو! بديها دنيا جي ڪا پهرين عورت صدر نه آهي. خود پاڪستان ۾ بينظير ڀٽو به دفعا ملڪ جي وزيراعظم رهي آهي. پر هتي سوال ٿو اُڀري ته ڇا بينظير صاحبه عورتن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙيندڙ تنظيم سان جُڙي؟ ڇا بينظير صاحبه حدود آرڊيننس ۽ ٻيا ڪيترائي عورت دشمناڻا قانون ختم ڪري سگهي؟ جواب آهي نه. ان صورتحال ۾ بديها 2009 ۾ اڃا رڳو پارليامينٽ جي ميمبر ٿي هئي ته ان اها گهر ڪئي ته پارليامينٽ جي اسپيڪر هڪ ناري هجي. بديها کي هڪ نئي تاريخ جوڙيندڙ ان ڪري ٿو چيو وڃي جو هو نيپال جي جمهوريت لاءِ پهرين گوريلا ٿي ڪري وڙهندي رهي ۽ هڪ ڪميونسٽ پارٽي جي Vice chairperson هئڻ سان گڏ هاڻ ان ئي ملڪ جي صدر آهي.

نيپالي ۽ ٻين ملڪن جي اخبارن ۽ ميڊيا به بديها کي هڪ نئين تاريخ جوڙيندڙ طور پيش ڪيو آهي، جو سندس نيپال ۾ 2006 ۾ پدرشاهي راڄ ختم ڪري نئون جمهوري نظام آڻڻ ۾ سڀ کان اڳيان هئي. هن 21 سال مسلسل پنچائيت نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ جاکوڙيو.

بديها 2008 ۾ نئون آئين ٺاهڻ ۾ به اعليٰ ڪردار ادا ڪيو. جنهن ۾ عورتن لاءِ پارليامينٽ ۾ ٽيون حصو رکيو. جنهن جو مطلب آهي ته عورتن جو ٽيئون حصو پارليامينٽ ۾ هر صورت ۾ هجي. ان ڪانپوءِ وڌيڪ جيترو به هجي.

بديها هڪ اهڙي ملڪ جي صدر ٿي آهي جتي گهڻو ڪري مرد جي بالادستيءَ واري سياست هلندي آهي. اهڙي ملڪ ۾ به ڪيس صدر ٿيڻ لاءِ ويڙهه ڪرڻي پئي ۽ هاڻي مڪمل طور تي مرد ۽ عورت جي برابريءَ لاءِ جاکوڙي رهي آهي ۽ گڏوگڏ اقليتن جي حقن لاءِ به وڙهي رهي آهي.

بلقيس ابڙو

## پاڪستان ميڊيڪل ڊينٽل ڪائونسل جو عورتن طرف تفاوتي(امتيازي)رويو




اڄ اسان جنهن موضوع تي ڳالهه ٻولهه ڪنداسين اها آهي پي ايم ڊي سي جو فيصلو جنهن ۾ فرمان جاري ڪيو ويو آهي ته عورتن جي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ شموليت گهٽائي وڃي. ان موضوع کي سمجهڻ لاءِ سڀ کان پهرين رياست ۽ تعليمي ادارن جي ڪردار تي هڪ گهري نظر وجهڻ لازمي آهي ته ماڻهن جي سوچ کي پالتو ٺاهڻ لاءِ رياست، تعليمي ادارا ۽ ميڊيا اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ڪيئن رياست تعليمي ادارن کي پنهجي منشا مطابق هلائي ٿي.ان تي ايپل پنهنجي ڪتاب (نصاب ۽ نظريو) ۾ چوي ٿو ته اسڪولن کي رياست پنهنجي مقصدن لاءِ استعمال ڪري ٿي اسڪول هڪ هٿي نظام ۽ معاشرتي قدرن تحت پنهنجي بيهڪ ۽ ڪردارطئي ڪري ٿوءِ صرف ڪجه ئي ٻار اعلا تعليم حاصل ڪري سگهن ٿا.اهو ان ڪري ٿئي ٿو جو ڪجهه ٻار انهن اسڪولن مان تعليم حاصل ڪري اتان جي ٺهيل ٽيڪنيڪل ڄاڻ ۽ اڪنومي کي هٿي ڏين ٿا. ان ڳالهه مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته رياست استحصال جي مختلف صورتن کي استعمال ڪري پنهنجا مقصد پورا ڪري ٿي. خاص طور تي تعليمي درسگاهن، نصاب، مذهب، ميڊيا ۽ اخلاقي معيارن جي ذريعي عوام جي

نفسياتءِ انهن جي سوچ کي ان طرف موڙيندي آهي. جنهن طرف موڙڻ چاهيندي آهي. عام ماڻهن کي ذهني طور تي مفلوج ۽ غلام ٺاهيندي آهي. صنفي تعصب کي قانوني طور جائز قرار ڏنو ٿو وڃي.ان ڳالهه مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته رياست نئين نسل جي نظرين کي پنهنجي وس آهر هڪ مخصوص نسبت ۾ بيهاري ٿي ۽ ان طئي ٿيل سوچ کي عوام بنياد ٺاهي سماج کي سمجهندو آهي ۽ فڪري ويڇاڻپ جي ور چڙهندو آهي.

ڏنو وڃي ته تمام ملڪي وسيلن، سياست، معيشت تي فوجي ۽ سول انتظاميه، جاگيردارن، ڪارخانن ۽ ملن تي خاص ڪري مالدار طاقتور مردن جو قبضو آهي. اهي گروهه عورتن لاءِ ڪجهه نٿا چڏين ان ڳالهه تي غور ڪرڻ اهم آهي ته اسان جو سماج صرف پراڻ باقيات سان گڏوگڏسرمائيداراڻو سماج آهي. جتي مرد هميشه اولين فوقيت تي رهيو آهي.اسان اهڙي پست سماج ۾ رهون ٿا جتي تعليم، روزگار ۽پسند جي پرڻي جهڙن بنيادي حقن کان عورت کي محروم رکيو ويندو آهي. ان کان علاوه تخليقي ۽ فني شعبن ۾ به عورت لاءِ تنگ نظري جو مظاهرو نظر ايندو آهي.

جيئن ته مٿي بيان ڪيو ويو آهي  ته اسان هڪ سرمائيداراڻي سماج ۾ رهون ٿا جتي ماڻهو مختلف طبقن ۾ وراهيل آهن ۽ اهو طبقاتي سماج جو اصول رهيو آهي ته اڻ برابري جا رويا جوڙيا وڃن. طبقاتي سماج ۾ هميشه غالب حڪمران طبقي جون پاليسيون ۽ نظريا عمل پيشا هوندا آهن. اها بورجوا سماج جي دانشورن جي روايت رهي آهي ته هڪ جنس جي ٻي تي مٿڀرائپ جي سوال، ذهني صلاحيتن ۽ عورت ۽ مرد جي نفسيات جي جوڙجڪ جي بنياد تي بحث ڪندا آهن.جيئن 2014 ۾

ميڊيڪل جي شعبي ۾ عورتن جي شموليت کي گھٽائڻ جو فيصلو ورتو ويو.اسان جي نالي ماتر پاليسي ٺاهڻ وارن فرمان جاري ڪيو ته عورتن لاءِ پنجاهه سيڪڙو سيٽون منعقد ڪيون ويندون جيڪو ميرٽ جي خلاف آهي.اهو فيصلو لازمي طور تي تضادن کان آجو ڪونهي.تنهنڪري ان کي سمجھڻ لاءِ مفصل نه سهي پر مختصر جائزو وٺڻ ضروري آهي. اهو ڄاڻڻ لازمي آهي ته رياست ڪهڙي سوچ ۽ رويا جوڙڻ چاهي ٿي. رايه ڏيندڙن اهو موقف ۽ جواز پيش ڪيو ته پاڪستان ۾ تقريبن 70 فيصد سيٽون ميرٽ جي بنياد تي عورتون والارين ٿيون پر تمام گهٽ انگ ميڊيڪل جي عملي ميدان ۾ اچن ٿيون.

ڊان نيوزپيپر جي هڪ آرٽيڪل مطابق

پاڪستان ميڊيڪل ۽ ڊينٽل ڪا ئونسل جي پريزيڊينٽ ڊاڪٽر مسعود حميد هڪ ڪانفرنس ۾ چيو ته هن وقت پاڪستان ۾ 78037 ميل ڊاڪٽر ۽ 65324 فيميل ڊاڪٽر آهن،جڏهن ته 5420 ميل ڊينٽل پريڪٽس ڪندڙ ۽ 8300 فيميل ڊينٽل پريڪٽس ڪندڙ پاڪستان ۾ موجود آهن.جنهن مان تقريبن فيميل ميڊيڪل ۽ ڊينٽل پريڪٽس ڪندڙ 50 فيصد آهن. ڏنو وڃي ته هتي 50،000 _60،000 ميڊيڪل پريڪٽس ڪندڙ آهن جڏهن ته گهرج 600،000 ڊاڪٽرن جي آهي. هر سال پاڪستان اٽڪل 14000 ڊاڪٽر تيار ڪري ٿو. جنهن مان 70 فيصد عورتون آهن. جنهن مان 50 فيصد ڪم نٿيون ڪن. پاڪستان هر شهري جي صحت تي 9.3 يو ايس ڊالر خرچ ڪري ٿو جيڪا بينالاقوامي اسٽنڊر جي خلاف بيهي ٿي ڇاڪاڻ ته ان مطابق هر شهري جي صحت تي 60 يو ايس ڊالر خرچ ٿيڻ گهرجن.

ڪالج آف فزيشن ۽ سرجن پاڪستان هر سال تقريبن

32879 ماهر ڊاڪٽر مهيا ڪري ٿو. تنهن مان 40 فيصد ملڪ ڇڏي وڃن ٿا.ان ڪري هتي صرف ۾ صرف 20000 اسپيشلسٽس موجود آهن .جڏهن ته گهرج 100،000 جي آهي. شاگرد جيڪي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ ميرٽ جي بنياد تي داخلا وٺن ٿا سالانا فيس 20000 ڪان 15000 ڀرين ٿا . مطلب ته پنجن سالن ۾ ايم بي بي ايس ڊاڪٽر تقريبن 100،000 خرچ ڪري ٿو. جڏهن ته گورمنٽ هڪ شاگرد تي 2.5 ملين خرچ ڪري ٿي. پر گهڻي پا گي شاگرد ٻاهرين ملڪن جيئن يو ايس ۽ سعودي ارب کي ترجيح ڏين ٿا.يو ايس ٻين ملڪن جي ڊاڪٽرن کي ترجيع ڏيندو آهي چاڪاڻ ته يو ايس ۾ هڪ ڊاڪٽر تي اٽڪل 250000 يو ايس ڊالر خرچ ٿين ٿا. تنهن ڪري يوايس ٻاهرين ملڪن مان ڊاڪٽر گهرائي ٿو ۽ گهڻو پيسو صيحت ڪاتي تي استعمال ڪري ٿو.

ساڳي ريت انڊيا مان به گهڻا ڊاڪٽر ٻاهرين ملڪن ۾ وڃن ٿا پر فرق اهو آهي ته اتان جي گورمنٽ يو ايس ۽ ٻين سگهارن ملڪن سان مهائدو طئي ڪندي آهي ته انڊيا انهن کي تيار ڊاڪٽر ڏيندي پر بدلي ۾ انهن ڪان معائزو وصول ڪندي جيڪو ملڪ جي ٻين ڪمن ۾ ڪار آمد ثابت ٿيندوآهي.

پروفيسر مسعود حميد نيوز ڪانفرنس ۾ ان ڳالهه کي واڻکو ڪندي چيو ته عورتون گهٽيون سيٽون ته والارين ٿيون پر تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ اڳيريون نظر نٿيون اچن.ان ڪان علاوه رايه ڏيندڙن چيو ته اهو فنڊ جيڪو فيميل ڊاڪٽرن تي استعمال ڪيو ٿو وڃي ان فنڊ کي ڊاڪٽرن جي قلت لاءِ استعمال ڪيو وڃي.جيڪڏهن گهڻا ميل ڊاڪٽر ميڊيڪل جي فيلڊ ۾ داخل ٿيندا ته اهي عملي ڪم ۾ به سگهارا ثابت ٿيندا.اهو نقطو نظر جنهن کي اڏو رکي صنفي اڻ برابري ڪئي وئي آهي اها

پاليسي اخلاقي، قانوني آئين، اصولي ۽ سياسي طور تي غلط ۽ سراسر بي بنياد ڳالهه آهي. جيڪا صرف ۽ صرف عورت تي تسلط جاري رکڻ جو فرمان آهي. ان پاليسي رڻ جا جيڪي جواز پڌايا ويا آهن . اهي ڪجه هي آهن شادي، ٻار، مڙس جي اجازت نه ملڻ، ساهوري گهر جي مخالفت سبب ۽ ٻين گهر ڀاتين جي عمل دخل ته عورتون عملي ڪم ۾ نه اچن. خاص ڪري اهڙا گهراڻا جتي اجا جوائنٽ فيملي سسٽم آهي اتي زندگي جي هر ننڍي وڏي ڪم ۾ گهر جي سڀني ڀاتين جوعمل دخل گهڻو هوندو آهي. تنهنڪري ڇوڪريون تعليم جي پڄاڻي تي نوڪري ڪي به تلخ ڪري ڇڏين ٿيون. پاڪستان ۾ سماجي ۽ ڪلچرل رڪاوٽون گهڻيون آهن. پدرشاهي سماج  جتي دقيانوسي ، فرسوده، گهٽيل ۽ قدامت پسندي گهڻي آهي اتي عورتن کان وابستگيون ۽ اميدون انهن کي پروفيشنل ڪيرير ۾ اچڻ کان روڪن ٿيون.

پاڪستاني رياست کي لڪيل لقائن کي ڏسڻ جي ضرورت آهي ته ميڊيڪل جي شاگردن کي اهڙيون سهولتون ۽ موقعا فراهم ڪيا وڃن جو هر ڪو ڪم ڪرڻ لاءِ راضي ٿي وڃي نه ڪي اهڙا اوندها فيصلا ڪيا وڃن جو به ٿي شعبا آڳرين تي ڳڻڻ برابر (جيئن ميڊيڪل،ٽيچنگ) جتي عورتن جي شموليت گهڻي آهي جي اتي به عورتن جي شموليت گهٽ ڪئي ويندي ته ان جو سڌو سنئون مطلب آهي ته مروج سوچ کي ئي پروان چڙهائڻ جي رٿا بندي آهي. ان مسئلي تي فائونڊيشن فار فنڊامينٽل رائيٽس پي ايم ڊي سي جي فيصلي کي اسلام آباد جي هاءِ ڪورٽ ۾ چيلينج ڪيو.پر ان مسئلي کي ترجيع نه ڏيندي هاءِ ڪورٽ ان فيصلي کي پاسي تي رکي ڇڏيو. اهو فيصلو نه صرف پاليسي جي مسئلي جي حد تائين غلط آهي پر قانوني طور تي

غلط فيصلو آهي انساني حقن کي مسخ جي مشق آهي. اسلامي جمهوريه پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل 25 ۾ غير تفاوتي نون ڊسڪرينيشن ڪلاز مطابق سڀني رهاڪن کي برابري جا حق حاصل آهن ۽ سڀني کي برابر جو تحفظ ڏنو ويندو ۽ جنس جي بنياد تي فرق نه ڪيو ويندو. حڪومت خاص ڪري ٻارن، عورتن، خاندانن ۽ شادين جي تحفظ جي ذميندار آهي. جنسي تفريق کي بنياد ٺا هي عهدن تي نه چاڙهيو ويندو.آرٽيڪل 37 مطابق ٽيڪنيڪل ۽ پروفيشنل تعليم سڀني لاءِ هوندي ۽ اعلا تعليم تي سڀني جي رسائي هوندي ميرٽ جي بنياد تي. ان ڳالهه مان ئي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته پاڪستان جي آئين مطابق مرد ۽ عورت برابري جي آڌار تي ڏنو ويندو. پر پي ايم ڊي سي جو فيصلو بلڪل ان جي مخالف بيهي ٿو. پاليسي ٺاهڻ ۽ قانون دانن ۾ ئي ٺاهه نظر نٿو اچي. تضاد اتي ئي واضع آهي. يا ته قانون صرف ڏيکاءَ لاءِ ٺاهيا ويا آهن .جنهن تي عمل ته ڪرڻو ناهي باقي جتي جنهن جو فائدو اتي قانون به ابو مرشد ٿي ٿا وڃن.اهڙا فيصلا صرف ئي صرف عورتن جي ترقي ۾ رڪنو وجهڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ناهن. اهو سڀ جاچڻ ڪانپوءِ سوال اڀري ٿو ته رياست جو ڪردار ۽ ملڪ جو آئين ڪهڙي نوع جو بيهي ٿو؟ اهو سوال يقينن تضادن کان آجو ناهي. رياست پنهنجو ظاهري ۽ عام ڏيک ته ماڻهن کي تحفظ ڏيڻ وارو ڏي ٿي پر حقيقت ۾ ماڻهن سان وڏا ويدن ٿي ڪري انهن تي پنهنجا فيصلا مڙهي پنهنجي منشا مطبق هلائي ٿي.

اهڙيون پاليسيون جاري ڪرڻ جو مطلب آهي ته اڻ برابري جهڙن روين کي هٿي ڏيڻ آهي جيڪا پاڪستاني سماج ۾ غير اخلاقي نه ٿي سمجهي وڃي بلڪه اهو چاٽايو وڃي ٿو ته ڇوڪرين جو ميڊيڪل فيلڊ ۾ اچڻ جو

اصل مقصد سٺا رشتا اچڻ طرف وک آهي. جي اهڙي سوچ آهي به ته اهو سرمائيداري دور ۽ پدرشاهي سماج جي خلقيل سوچ جو نتيجو آهي. تاريخ جي ورقن کي جي اسين اٿلائي ڏسون ته عورت هر دور ۾ غلط ۽ ڏاڍ سان مهاڏو اٽڪائيندي رهي آهي.۽ پنهنجي وقت ۽ حالتن کي تبديل ڪرڻ لاءِ چست ۽ حرڪت ۾ رهي آهي. پر گڏوگڏ سماج جي وهڪري ۾ غلط ۽ اوندهن فيصلن جي پيٺ چڙهندي رهي آهي.رياست طرفان جي عورتن لاءِ بنيادي سهولتون فراهم ٿيل هونديون ته هو چو پنهنجي قابليت کي ضايا ڪنديون. جيڪڏهن مسئلو ٻارن جي پالنا جو آهي ته انهن لاءِ ڊي ڪيئر سينٽرس جو حڪومت کي بندوبست ڪرڻ گهرجي.اهڙي ريت ٻيا ڪيترا ئي بهتر اپاءَ وٺي سگهجن ٿا. ان کان علاوه اهو ڪو فطري طور لازم ناهي ته ٻار جي پالنا جي ذميواري صرف عورت ئي جي ڪلهن تي هجي. ٻارن جي پالنا انهن جي سار سنبهال ساڳي ريت مرد به ڪري سگهي ٿوءِ اها رياست جي به ذمينداري آهي.

غربت، بيروزگاري، دهشت گردي، مذهبي انتها پسندي ۽ سماجي فقدان دنيا جي 80 فيصد کان گهڻي آبادي کي متاثر ڪيو آهي جنهن ۾ گهڻو تعداد عوتن ۽ ٻارن جو آهي. سعودي بادشاهت هجي يا ايراني ملائيت، امريڪي لبرل ازم هجي يا چين ۾ رياستي سرمائيداري طرز جي حڪومت جو اصل ڪارڻ سرماياداراڻو سماج آهي. هن سماج ۾ عورت جي حيثيت هڪ جنس کان وڌيڪ ناهي. سرمائيداراڻي يا طبقاتي نظام جي سڀ کان نمايان شڪلن مان جنسي اڻ برابري اهم آهي. ٽراٽسڪي جي لفظن مطابق ته سماج ۾ عورتن جي حالت ڪنهن به معاشرتي نظام ۽ رياستي ڪردار جي سڀ کان واضع ۽ ٺوس علامت آهي.گلوبل جينڊر گيپ

رپورٽ 2014 مطابق عورتن جي تعليم جي حوالي سان پاڪستان 142 ملڪن مان 132 نمبر تي ، ملڪ جي اڪنامي ۾ 141 نمبر تي، صحت حفظان ۾119 ۽ سياست ۾ 85 نمبر تي. ان مان ئي اندازو لڳائي سگجي ٿو ته عورتن جي ترقي جي حوالي سان پاڪستان ڪيڏو پسماندا ملڪ آهي. هتي صرف 22 سيڪڙو عورتن جي تعليم تائين رسائي آهي. ڳوٺن ۾ صرف 13 سيڪڙو ڇوڪرين کي رسمي تعليم حاصل ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي.جڏهن ته 87 سيڪڙو ڇوڪريون غير تعليم يافته رهجي وينديون آهن.گهڻي تعداد ۾ ڇوڪريون تعليم جهڙي بنيادي حق کان محروم آهن. عام محنت ڪش عورت ٻارهه ڪلاڪ ڪم ڪندي آهي ۽ ٻنين ۾ ڪم ڪرڻ واريون 75 فيصد عورتن کي معاوضو ئي نه ڏنو ويندو آهي هر ڇهه ڪلاڪن ۾ هڪ عورت جي لچالٺ ٿيندي آهي. آئي ڏينهن عورت انصاف نه ملڻ جي صورت ۾ ٿاڻي يا پنچائت اڳيان پاڻ کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيندي آهي.

ان پسمانده حالت ۾ جي اجا پي ايم ڊي سي اهڙيون پاليسيون سامهون آڻيندي ته عورتون وڌيڪ مسئلن جو شڪار ٿينديون. هاڻ نارين کي ان ڳالهه کي سمجهڻ جي ضرورت آهي ته رياست، مذهب ۽ پدرشاهي سماج جي انهي اوندهين سوندهين فيصلن کي سمجهي ۽ چڱي ريت واقف ٿئي ۽ پاڻ سان ٿيندڙ هر اڻ برابري، جبر، استحصال جي مختلف شڪلن کي سمجهي. ۽ ان خلاف جهد ۾ متحرڪ ٿئي

فهمدا ابڙو

## فلم جو جائزو **Theory of Everything**



پيار اها طاقت آهي، جيڪا زندگي بهتر به بڻائي سگهي ٿي ۽ بدتر به. پيار اهو فن آهي جنهن جي ڄاڻ هڪ مڪمل ۽ آزاد فرد پيدا به ڪري سگهي ٿي ۽ جنهن جي کوٽ فرد کي غلام به بڻائي سگهي ٿي. فلم Theory of everything ڪجهه اهڙن ئي منظرن جي عڪاسي ڪري ٿي. جڳ مشهور سائنسدان اسٽيفن هاڪنگ ۽ سندس زال جين هاڪنگ جي رشتي کي اظهاريندڙ هيءَ فلم جين جي ڪتاب Travelling of infinity تي جڙيل آهي.

Theory of everything اسان کي نوجوان شاگرد اسٽيفن جو تعارف ڪرائي ٿي جيڪو ڪيمبرج يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪري ٿو ۽ پنهنجي ذهانت جي ڪري سڃاتو وڃي ٿو. اسٽيفن جي ملاقات شاعري ۾ ماسٽرس ڪندڙ جين نالي ڇوڪري سان ٿئي ٿي. جڏهن ته رڳو چند ملاقاتون جين ۽ اسٽيفن ۾ ويجهڙايون وڌائي ڇڏين ٿيون اهو رشتو اجان پيار ڏانهن وڌي ئي ٿو ته اسٽيفن Motor neuron disease (اها بيماري جنهن ۾ muscles ناڪارا ٿي ويندا آهن) سان diagnosed ڪيو وڃي ٿو. جنهن ۾ حياتي جو امڪان فقط به ڪان ٽي سال ئي هوندو آهي. ان نااميديءَ سبب اسٽيفن پاڻ کي هاسٽل جي ڪمري تائين محدود ڪري ڇڏي ٿو، پر جين اسٽيفن کي ان اداسي مان ڪڍي اچڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿي ۽ ڪيس اعتبار ڏياري ٿي ته

هوءَ ان بيماريءَ کي پيار جي وچ ۾ اچڻ نه ڏيندي، شاديءَ کان پهرين جين ۽ اسٽيفن جي پيءُ Frank Hawking ۾ هي خوبصورت ڳالهه ٻولهه ٿئي ٿي.

فرينڪ: (جين سان مخاطب ٿيندي) سائنس جو وزن تنهنجي خلاف آهي ۽ ان بيماريءَ سان وڙهڻ جو نتيجو فقط هار ئي ثابت ٿيڻو آهي.

جين: مان اسٽيفن سان پيار ڪيان ٿي ۽ هو مون سان. اسان گڏجي ان بيماري کي مات ڏينداسين. اسان سڀ!!

وقت سان گڏ اسٽيفن مڪمل طور تي جين تي ڀاڙڻ لڳي ٿو، جين اسٽيفن کي ماءُ جيان سنڀاليندي رهي ٿي ۽ گڏ گڏ اسٽيفن جي سائنسي کوجنائن جي گاڏي پڻ هلندي رهي ٿي، پر هڪ شيءِ تمام پوئتي رهجي ويندي آهي ۽ اها جين جي پنهنجي زندگي، پنهنجي انفراديت هئي. هوءَ ٻار ۽ اسٽيفن کي سنڀاليندي پنهنجي پاڻ لاءِ جيئڻ ئي ڇڏي ڏي ٿي. ايتري قدر جو هوءَ شادي کانپوءِ پندرهن سالن تائين پي ايڇ ڊي مڪمل نه ڪري سگهي.

اسٽيفن جي سنڀال لاءِ جين ڪجهه نرسن جي مدد وٺي ٿي جن مان هڪ نرسElain Mason کي اسٽيفن پسند ڪرڻ لڳي ٿو ۽ 1995 ۾ جين کي طلاق ڏي ٿو. تڪليف ڏيندڙ باوجود اها طلاق جين کي پنهنجي انفراديت حاصل ڪرڻ ۾ فائديمند ثابت ٿي.

جين ۽ اسٽيفن جو رشتو اتي ئي ختم نٿو ٿي ڇو ته طلاق فقط ازدواجي رشتي جو انت آهي، هر رشتي جو نه! هو اڄ به سٺا دوست آهن ۽ جين هڪ آزاد فرد طور زندگي گذاري رهي آهي پر سوال اهو ناهي ته جين اڄ آزاد فرد آهي پر سوال اهو آهي ته جين لاءِ پنهنجي انفراديت ماڻڻ ممڪن ڪيئن رهيو؟ ڇا هن سماج جي عورت به جين وانگر پنهنجي انفراديت ماڻي سگهي ٿي؟

ڇا جين هن سماج جي عورت سان مشابهت رکي ٿي؟ ها! جين وانگر هتي به ڪيتريون ئي عورتون روز قرباني ڏئي رهيون آهن. ڪڏهن پنهنجي پڙهائي ڇڏي، ڪڏهن نوڪريءَ تان هٿ کڻي ته ڪڏهن مرضيءَ خلاف شادي ڪري. پر جيڪا شيءِ جين کي هتان جي عورت کي اسريل ڏيکاري ٿي اها اهو احساس هو ته عورت صرف پنهنجي مڙس ۽ ٻارن لاءِ ئي زنده نه آهي، پنهنجو الڳ وجود به رکي ٿي. پدرشاهي سوچ هن سماج جي عورت کان اها سوچ ئي کسي چڪي آهي ته هوءَ پنهنجي ’انفراديت‘ جي سمجهه رکي ٿي. هتي عورت پنهنجي انفراديت پين جي خوشي ۾ ڳوليندي رهي ٿي. هوءَ ان سوچ کان ئي محروم آهي ته هڪ ماءُ، ڌيءُ، ڀيڻ هجڻ کان علاوه هڪ فرد به آهي. جنهن جا پنهنجا فيصلا، پنهنجي چونڊ ۽ پسند، ناپسند ٿي سگهي ٿي.

جين ۽ اسٽيفن جي لاڳاپي جو انت اسان کي ڪهڙو سبق ڏي ٿو؟ اهڙي طرح هن سماج جي ناڪام ازدواجي ۽ محبت جي رشتن مان اسان ڇا ٿا سکون؟ ڇو ايتريون ناڪاميون ڏسڻ کانپوءِ پيهر ناڪام رشتا جوڙيا پيا وڃن؟ ۽ ڇو اسان انهن ناڪامين جي سببن کي نظرانداز ڪندا آهيون؟ اسان سائنس جي پين شاخن ۾ کڻي ڪيتري ئي ترقي ڇو نه ڪئي هجي پر سماجي سائنس ۾ اڃ اسريل ملڪ ته ٺهيو پر اسريل ملڪ به اڃ اسريل ئي آهن.

Erich Fromm پنهنجي ڪتاب Art of loving ۾ لکي ٿو ته دنيا ۾ مروج طور تي محبت ۽ شادي جي صورت ۾ اهو ميلاپ ٺهي ٿو جنهن ۾ هڪ فرد Masochist (اهو شخص جيڪو پاڻ کي تڪليف پهچائي خوش محسوس ڪري ٿو) ۽ ٻيو sadist (اهو شخص جيڪو ٻئي کي تڪليف رسائي خوش ٿئي) جو ڪردار ادا ڪري ٿو.

Theory of everytything ۾ اسٽيفن بيمار هجڻ جي باوجود

به سائنس جي دنيا ۾ پنهنجي پئسي ۽ شهرت جي زور تي sadist بڻجي رهي ٿو ۽ جين جيڪا ان شادي مان تنگ ٿي وڃڻ جي باوجود به پاڻ کي ان رشتي ۾ masochist بڻجي گهليندي رهي ٿي.

اهڙي طرح تقريباً مرد پدرشاهي جي طرفان ڏنل طاقت جي زور sadist رهندو آيو آهي. Masochist ۽ Sadist جيئن ته ٻئي غلام آهن ۽ غلامن جي وچ ۾ آزاد محبت نٿي ٿي سگهي. ان لاءِ محبت ۽ شاديءَ جي رشتن جون ناڪاميون جاري رهنديون ايندين.

ايرڪ مطابق، پيار ان ميلاپ جو نالو آهي جنهن ۾ فرد پنهنجي انفراديت کي برقرار رکندا آهن. اهڙي ريت پيار 'ڏيڻ' جو نالو آهي، وٺڻ جو نه' ڏيڻ جو مقصد جين وانگر ڪا قرباني يا پئسو يا مادي شيون نه آهن، بلڪي اهو ڏيڻ جيڪو فرد ۾ زنده آهي! مثال پنهنجي سمجهه، پنهنجي چاڻ، پنهنجو مزاح پنهنجي اداسي مقصد هر اها شيءِ جيڪا مون ۾ زنده آهي. اهو سڀ ڏيڻ سان هڪ فرد ٻئي فرد کي وسيع ڪري سگهي ٿو. نه ته رشتو محظ ٻن ٻڙن (Zeroes) جو ميلاپ ٿيندو يا ٻن جسمن جو.

سرمائيداري اسان جي نفسيات تي ايتري حاوي آهي جو فرد صرف موٽ ملڻ جي صورت ۾ ئي ڏيڻ لاءِ تيار آهي نه ته نه! جڏهن ته 'ڏيڻ' هڪ فرد جي ان جي زندا هجڻ جو احساس ڏياري ٿو پر جي جين وانگر 'ڏيڻ' سان گڏ پنهنجي انفراديت برقرار نه رهي ته پوءِ رشتو زنده نٿو رهي سگهي. اسٽيفن ان رشتي ۾ لڳاتار کٽيندو رهيو آهي ۽ محبت لڳاتار هاريندي رهي.

عاليه بخشل

# بلدياتي اليڪشن جو تجربو



جيتوڻيڪ عورتون به مردن وانگر انسان آهن. پر ٽين دنيا جي سماجن ۾ اڃا به عورت کي جانورن جيان ۽ مردن جي غلامي ۾ رهڻ تي مجبور ڪيو ٿو وڃي. عورت ۽ مرد ۾ فرق صرف حياتياتي آهي. باقي ان کان سواءِ سمورا فرق اضافي آهن. دنيا جو هر ڪم جيڪو مرد ڪري سگهي ٿو عورت به ڪري سگهي ٿي پر ان باوجود زندگي جي هر شعبي ۾ عورتن کي مردن جي پيٺ ۾ گهٽ اهميت ڏني وڃي ٿي. جيڪڏهن ٻين شعبن کي پاسيرو رکي پاڻ فقط سياسي شعبي جي ڳالهه ڪريون جيڪو عورتن جي آزادي جو بنيادي شعبو آهي ته ان ۾ به توهان ڏسندا ته تمام گهڻو فرق موجود آهي. عورتن جي فرنٽ ۽ تنظيم ڪاري ۽ انهن جي نظرياتي ڪم جو جائزو وٺو ته سنڌ توڙي پاڪستان جي هر وڏي پارٽي ۾ عورتون نه هجڻ برابر ۽ سندن فرنٽ ڊميءَ طور موجود آهن. پر جيڪڏهن اسان صرف سنڌ جي بلدياتي اليڪشن جي حوالي سان ڳالهه رکون ته ملڪ جي ڪيترن ئي علائقن ۾ اڃان تائين عورتن کي ووٽ ڏيڻ جي به اجازت نه آهي.

ملڪ جو آئين چوي ٿو ته ملڪ ۾ رهندڙ سمورا ماڻهو برابر جا شهري آهن ۽ تقريباً هر سياسي پارٽي جي منشور ۾ به عورتن کي سمورا انساني، بنيادي ۽ قانوني

حق ڏيڻ جي ڳالهه به لکيل آهي پر عملي طور تي صورتحال ان جي ابتڙ آهي. جمهوريت جي ڳالهه ڪندڙ سياسي پارٽيون عورتن سان پنهنجي منشور جي بلڪل اُبتڙ ورتاءُ ڪن ٿيون. جنهن جو تازو مثال سنڌ جي اندر ٿيل بلدياتي  چونڊن ۾ نظر آيو. سنڌ ۾ هن پيري سياسي بنيادن تي چونڊون ٿيون ۽ ان  ۾ سنڌ توڙي ملڪ جي هر ننڍي وڏي پارٽي حصو ورتو. جنهن ۾ مذهبي، قوم پرست ۽ جمهوري ڏرين پنهنجا اميدوار بيهاريا هئا. پر سنڌ ۾ انهن سڀني ڌرين عورتن کي نالي ماتر نمائندگي به نه ڏني. عورتون سماجي آبادي جو اڌ آهن. پر ان باوجود انهن کي نظرانداز ڪيو ويو. چيو ويو ته انهن لاءِ صرف مخصوص سيٽ موجود آهي. اهڙي ريت عورتن کي ان اهم شعبي کان پري رکيو ويو. مان جيڪڏهن سنڌ جي ٻيو نمبر وڏي شهر جي سنڌي آبادي واري علائقي قاسم آباد جي ڳالهه ڪريان ته جتي مان پاڻ (عوامي ورڪرز پارٽي طرفان) جنرل ڪائونسلر جي سيٽ تي وارڊ نمبر 22 تان چونڊ عمل ۾ حصو ورتو. اتان ڪنهن به وڏي پارٽي مثال طور PPP، PTI يا قومپرست جماعتن عورتن کي سياسي ميدان کان ٻاهر رکيو. اليڪشن هڪ جمهوري عمل آهي توهان ڏنو ته صنف جي بنياد تي فرق رکي ڪري سيٽون ڏنيون ويون اها ڪهڙي جمهوريت آهي؟ جتي عورتن کي جنرل سيٽون نه مليون جتي عورتن کي پنهنجي مرضي سان ووٽ ڏيڻ جو حق نه هجي يا جتي عورتن جي وڏي آبادي ووٽ ڏيڻ کي غير ضروري سمجهندي هجي ان اليڪشن جي نتيجي کي اسان جمهوري ڪيئن ٿا چئي سگهون؟ مان پاڻ هن اليڪشن جي ڪئمپين جي دؤر ۾ گهڻو ڪجهه سکيو ۽ محسوس ڪيو ته سنڌ جي عورت دنيا کان صديون پوئتي پيل دؤر ۾ زندگي گذاري ٿي. جڏهن گهر گهر وڃڻ جو موقعو مليو

ته خبر پئي ته ڪيترين ئي عورتن جا شناختي ڪارڊ به ٺهيل نه آهن ۽ نه وري ووٽ داخل آهن جن عورتن جو ڪارڊ به آهي ۽ ووٽ به داخل آهي ته اها عورت برادري جي بنياد تي يا وري گهر جي وڏي مرد يا مڙس جي چوڻ تي ووٽ ڏيندي آهي. عورت جي ووٽ ڏيڻ ۾ ان جي مرضي شامل نه هوندي آهي. ان ڪان وڌيڪ مايوس ڪندڙ ڳالهه هي محسوس ڪئي ته ماڻهو خاص ڪري عورتون ووٽ ڏيڻ واري عمل کان مايوس هيون ته ووٽ ڏيڻ جي نتيجي ۾ ڪجهه حاصل نه ٿو ٿئي. عورتن جو اهو رويو هڪ پاسي ملڪ جي مجموعي جمهوري ڍانچي تي تنقيد آهي جنهن ڪي مڙئي نالي ماتر چوندڻ بهاني جيئرو رکڻ جي ڪوشش ٿيندي آهي. ٻي پاسي ان رويي سان عورتون پنهنجي ذات جي نفي به ڪن ٿيون. پورهيت ۽ عورت ته هن وڏيرڪي سماج ۾ بدترين حالتن ۾ رهڻ تي مجبور آهن ۽ پنهنجي ووٽ جو حق پنهنجي مرضي سان استعمال نه ڪرڻ تي مجبور آهن پر ٻئي پاسي شهري مڊل ڪلاس هن جمهوري عمل يا سياست کان ويڳاڻا آهن ان ٻنهي صورتن ۾ فائدو وڃي هن رياست يا هن استحصالي نظام ڪي ملي ٿو ۽ واقعي به جڏهن اسان وٽ جمهوريت جي نالي تي وڏيرا شاهي ۽ سرمائيداري رهندي ته ڪو به فرق نه پوندو صرف چهرا مٽبا.

هن اليڪشن ۾ توهان ڏٺو ته هڪ سرمائي جو ٻئي سرمائي سان جهيڙو هيو. مزدور، هاري، عورت، هن نظام ۾ پنهنجي قيادت پاڻ ڪن اهو تمام ڏکيو عمل آهي. اليڪشن جي فارم ڀرائڻ کان وٺي ڪري اليڪشن ڏينهن تائين هي سمورو نظام مزدور، هاري ۽ عورتن لاءِ ايتريون ڏکايون پيدا ڪري ٿو جو اهي اڳتي اچي پنهنجي طبقي جي نمائندگي پاڻ ڪن، تمام گهڻو ڏکيو بڻجي وڃي ٿو. پر

ان باوجود ڪيترن ئي هارين، مزدرن ۽ عورتن هن اليڪشن ۾ حصو ورتو جنهن ۾ اسان جي پارٽي به شامل هئي. اسان جي ڪوشش هئي ته هن سماج جي پورهيت طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهو اڳيان اچن. مثال طور: هاري، مزدور ۽ عورتون پنهنجي حقن لاءِ پنهنجو آواز پاڻ اٿارين. همت ۽ مزاحمت جو ننڍي کان ننڍو موقعو به استعمال ڪندي ڪجهه نوان مثال قائم ڪن ته جيئن اسان جي ايندڙ نسل پنهنجي نمائندگي پاڻ ڪري سگهي. قمبر شهدادڪوٽ جهڙي جاگيرداراڻي علائقن ۾ جتي ڌمڪين ۽ لالچ ملڻ جي باوجود هڪ چوڪري آخر تائين مقابلو ڪيو. اهو سنڌ جي ايندڙ نسلن جي نارين لاءِ هڪ مثال ثابت ٿيندو. اتان ئي به مزدور ساٿين جو ڪامياب ٿيڻ هن وڏيرڪي نظام جي منهن ۾ چنبو آهي.

اسان هن اليڪشن ۾ ڀي ڪنهن هنڌان ڪامياب نه ٿي سگهيا آهيون پر اسان ڪي گهڻيون حاصلاتون ضرور مليون آهن. اسان ماڻهن کي سندن ووٽ جي طاقت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي خاص ڪري عورتن کي ته اسان جي سماج ۾ عورت ملڪيت ۾ اڌ جي حقدار آهي شاهدي به عورت جي مرد جي نسبت اڌ آهي پر ووٽ جي بنياد تي هو هن سماج ۾ فرد جي حيثيت رکي ٿي. ان ڪري اهو ووٽ سوچي سمجهي ڏئي ۽ ضرور ڏئي پنهنجو فرض سمجهي ڏئي توڻي جو سماجي معاشي ڍانچي جي تبديلي صرف اليڪشن ذريعي ممڪن ڪونهي. پر جيئن ته سماج ۾ بک، بدحالي، بدامني، بيروزگاري ۽ مذهبي انتهاپسندي جا گهڻا تڻا اثر عورتن تي پون ٿا ته پوءِ ان خلاف فيصله ڪُن جنگ به عورتون ئي ڪري سگهن ٿيون. تنهنڪري عورتن کي پنهنجي بنيادي حقن لاءِ قدم ضرور وڌائڻو پوندو پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي ايندڙ نسلن جي بنيادي حقن کي حاصل

ڪرڻ لاءِ. اسان لاءِ سياسي عمل جو حصو ٿيڻ لازمي آهي سياسي عمل جي ذريعي اسان پنهنجي سماج کي پنهنجي لاءِ ۽ ايندڙ نسلن لاءِ بدلائي سگهون ٿا. اهو هاڻي هن وقت اسان تي فرض ٿي پيو آهي هن سرمائيداري ۽ طبقاتي نظام کي ٽوڙي پنهنجي طبقي جي سياسي قيادت پاڻ ڪريون ۽ هڪ نئين سماج جا بنياد وجهون.

## سنڌ جي بلدياتي اليڪشن ۾
## ناري جمهوري محاذ فرنٽ **(AWP)** جون سرگرميون




قاسم آباد، حيدرآباد ۾ ريلي



وارڊ نمبر 22 قاسم آباد جي اميدوار عاليه بخشل



وارڊ نمبر 22 ڳوٺ طاهر محمود سومرو قاسم




وارڊ نمبر 7 چانڊيا ڳوٺ ناري جمهوري محاذ جون ڪامريڊز اليڪشن ڪئمپين




واٽڪي وسي وارڊ نمبر 1 ۾ ڳوٺ بلوچ خان لغاري وارڊ نمبر 3 ۾ اليڪشن جي حوالي سان



نصير آباد اليڪشن جي ڪئمپين دوران



نصير آباد اليڪشن جي حوالي سان



اليڪشن مهم دوران ناري جمهوري محاذ جون



ماروي لطيفي لالو رونڪ ۾ اليڪشن